بسم الله الرحمٰن الرحيم

مون کان تہ جيکي ٿي سگهيو اصلاح جي
ڪوشش ڪريان ٿو منهنجي توفيق
الله جي ئي طرف کان آهي

سلسليوار دادو

# الاصلاح

ذوالحجة ١٤٣٦ھ - OCTOBER-2015

- درس قرآن
- درس حديث
- مڪتوبات امام رباني
- سهڻا سائين اهل الله
- سيد جيئل شاهؒ
- اسلامي شاعري جي شرعي حيثيت
- مسلم نوجوانن لاءِ دعوت فڪر
- شگر جي بيماري ۽ علاج
- تجارت جي فضيلت
- تنظيمي ۽ تبليغي رپورٽس

الاصلاح پبليڪيشن دادو

# *قصيده شريف*

**شاعر: عاجز رحمت الله لاشاري طاهري**

ٽلهہ: غم حُسينڻ جو لِکڻ لئہ، جَڏ کنيم ڪاغذ قلم
لُڙڪ اکڙين مان لَڙي پيا، دل رُني رب جو قَسم

جنهن ننڍي لاڪون ڏٺي لوليون صغير نپائيو
پاڪ روضي تي انهيءَ کان موڪلائڻ آئيو
الوداع نانا نبي ﷺ، رب جو امر مٺو اٿم

جلد پوءِ جنت البقيع ۾، امڙ وٽ آيو هلي
تو شهادت لئہ وڃان، مون کي تون موڪل ڏي دِلي
تو ئي ڪربل ۾ ڪُسڻ لئہ، هئو ڏنو جيجل جَنم

ڪربلا جي پڙ ۾ پهتو، اهل بيتن کي وٺي
جاتي وڏڙن سان صغيرن، پيي آهي سختي ڏٺي
سور سامهون پوءِ بہ صابر، ٿي رهيا سارا حرم

وَيس پاتا بهشتي جن ۾ ميوا مالڪ ٿئي ڏنا
اڄ اُهي افسوس ڪربل ۾ ڏنم پاٽيءَ بنا
جن گهڙي گهاري نہ غم جي، تن مٿان سئو سئو ستم

ماٺهو چا مَلَڪَن بہ آهي، عرش تي ارمان پيو
اڄ محمد ﷺ جو نواسو ڪربلا قربان ٿيو
تير شهزادن مٿان، ويرين هٿان وسندي ڏٺم

مال زر ٻچڙا لُٽائي، دين جي خاطر لَڙيو
خوني خنجر هئو مٿان، تڏ پيي نمازون پئي پڙهيو
واهہ جا ڪئي آ وفا، هِت واليءِ عرب و عجم

خون ڏئي جنهن دين جياريو، مان بہ اُن جي سام هان
"لاشاري عاجز" امڙ بابي سميت غلام هان
ڏينهن محشر جي ڪندا مون تي پلارا ئي پرم

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ إِنۡ أُرِيۡدُ إِلَّا الۡإِصۡلَاحَ مَا اسۡتَطَعۡتُ ○

Sequential سلسليوار

# AL-ISLAH الاصلاح

DADU دادو

شمارو چوٿون: ذوالحج 1436ھ بمطابق آڪٽوبر 2015ع قيمت: 30 رپيا



## سٽاءُ



مواد موڪلڻ لاءِ ايڊريس:
وفا شر طاهري الاصلاح درگاهه الله آباد
شريف، ڪنڊيارو ضلع نوشهروفيروز
0301-8222602, 0305-3416660
alislahdadu@gmail.com

رسالي گهرائڻ لاءِ رابطو
محمد بخش جوڻيجو
0300-3331703

ڪمپيوٽر ڪمپوزنگ: وفا شر، ڪمپيوٽر لي آئوٽ ۽ ٽائيٽل ڊيزائين: مسعود علي ٻٽي






**الاصلاح** جو تازو شمارو اوهان جي هٿن ۾ آهي، اوهان کي هيءُ معلوماتي، ديني ۽ اصلاحي رسالو ڪيئن ٿو لڳي؟ اميد ته پنهنجي قيمتي راءِ سان آگاهه ضرور ڪندا.

وقت تيزيءَ سان گذري رهيو آهي، نئين قمري سال 1437ھ جو آغاز ٿي چڪو آهي، ائين اسان جي زندگيءَ جو هڪ ورهيه گذري چڪو پر افسوس جو اسان پنهنجي مختصر زندگيءَ کي ڪيئن گذاري رهيا آهيون، ان بابت اسان ڪڏهن دل سان سوچيو به ناهي.

محرم الحرام جو پلارو مهينو وڏي اهميت جو حامل آهي، چاڪاڻ ته هيءُ اهو مهينو آهي، جنهن ۾ ڪربلا جي ميدان ۾ حضرت امام حسين رضي الله عنه ۽ سندن جان نثار ساٿين کي اسلام جي سربلندي خاطر شهيد ڪيو ويو، هي اهو واقعو آهي، جيڪو اسان ۽ اوهان کي ايثار ۽ قرباني جو درس ڏئي ٿو.

اچو ته پنهنجي ماضيءَ جي غلطين کي وساري، پنهنجي حال کي بهتر ۽ شاندار بڻايون، پنج وقت نماز ادا ڪيون، پنهنجي رشتيدارن ۽ پاڙيسرين سان سٺو رويو رکون. پنهنجي اولاد جي بهتر تربيت ڪرڻ سان گڏوگڏ کين اعليٰ تعليم ڏياريون، جيڪو اسان جي مرشدن ڪريمن حضرت **خواجه محبوب سجڻ سائين** مدظله العالي جن جو آفاقي پيغام به آهي جڏهن ته ديني تعليم کان به انهن کي ضرور روشناس ڪرايون ته جيئن اسان جو ايندڙ نسل بهتر مستقبل جي ضمانت بڻجي سگهي.

**ادارو**



درس قرآن

## اسلامي توحيد سورة اخلاص جي روشني ۾



حضرت علامه مولانا مفتي عبدالرحيم طاهري

بسم الله الرحمٰن الرحيم. قُلْ هُوَ اللّٰهُ اَحَدٌ• اَللّٰهُ الصَّمَدُ• لَمْ يَلِدْ وَلَمْ يُوْلَدْ• وَلَمْ يَكُنْ لَّهٗ كُفُوًا اَحَدٌ.

**ترجمو:** توهان ماڻهن کي چئو ته اُهو يعني الله (پنهنجي ذاتي ۽ صفاتي ڪمالات ۾) هڪ (۽ يڪتا) آهي الله (اهڙو) بي نياز آهي (جو ڪنهن جو به محتاج نه آهي ۽ باقي سيئي ان جا محتاج آهن) ان جي ڪا اولاد نه آهي ۽ نه هو ڪنهن جي اولاد آهي ۽ نه ئي ڪو ان جي برابر آهي.

هن سورة جو نالو سورة اخلاص آهي، اهو "اخلاص" نالو ان ڪري هن جو رکيو ويو آهي جو هي سورة انسان جي دل ۽ دماغ کي الله تعالىٰ جي معرفت ۽ سڃاڻ بابت هر قسم جي گدلاڻ کان پاڪ ۽ صاف ڪري ڇڏي ٿي ۽ الله تعالىٰ جي ذات ۽ سندس صفات بابت انساني ذهن کي هر قسم جي جاهلاڻي تصور کان پاڪ ڪري ٿي ڇڏي. (تفسير عزيزي، شاه عبدالعزيز محدث دهلوي)

**شانِ نزول:** حضرت اُبَيُّ بن ڪَعُب رضي الله عنه کان روايت آهي ته پاڻ ڪريمن جڏهن الله جل وحده جي ماڻهن کي دعوت ڏني ته عرب جي ڪن مشرڪن پاڻ ڪريمن ﷺ کي چيو ته توهان پنهنجي خدا جو نسب ته اسان کي ٻڌايو، ان جي جواب ۾ هي سورة نازل ٿي. (جامع ترمذي)

هن شانِ نزول جي حديث مان اهو اندازو لڳائي ٿو سگهجي ته اُن وقت عَرَب ۽ باقي دنيا جي عام ماڻهن جو خدا بابت تصور ۽ تخيل ڪيترو نه ڪِريل ۽ بي معنيٰ هو. پاڻ ڪريمن ﷺ الله تعالىٰ جي حقيقي عظمت کان واقف ڪيو ۽ ان جي

هيڪڙائي ۽ بي مثاليءَ کان باخبر ڪيو ۽ انسانيت کي هڪ اهڙي حقيقي هستيءَ جي اعتقاد جي تعليم ڏني جنهن جي قدرت جي انتها، جنهن جي مشيئت ڪائنات جي هر ذري ۾ نافذ ۽ جنهن جي علم اڳيان روشني تہ ڇا اونداهيءَ جي هر شيءِ سامهون، جيڪو دلين جا راز، زبانن جا الفاظ، هٿن، پيرن جا سمورا عمل سڀ سمجهي ۽ ڄاڻي، جيڪو پنهنجي (ذات) جي صفات، احڪام، عبادت جي استحقاق ۾ پنهنجو مٽ پاڻ ۽ هرطرح جي شريڪ کان پاڪ، صاف ۽ مٿاهون آهي.

**تفسير**: وڏن عالمن ۽ مفسرن هن سورة جوتفسير بيان ڪندي فرمايوآهي تہ ممڪنہ طور شرڪت ڇئن قسمن جي ٿي سگهي ٿي.

1 :شرڪت ڪڏهن ذات ۽ حقيقت ۾ ٿيندي آهي.

2: شرڪت ڪڏهن منصب ۽ صفات ۾ ٿيندي آهي.

3: شرڪت ڪڏهن نسب ۽ خاندان ۾ ٿيندي آهي.

4: آخري شرڪت ڪڏهن تصرف ۽ اقتدار ۾ ٿيندي آهي.

هن سورة ۾ الله تعالیٰ جي وحدت (هيڪڙائي) بيان ڪئي وئي آهي ۽ هر قسم جي شرڪت جي پاڙ پٽي وئي آهي. ياد رهي تہ مضمون جي شروع ڪرڻ کان اڳ ۾ الله تعالیٰ فرمايو **قُل**، اي عبد ڪامل، اي حبيب رب العالمين توهان اعلان ڪيو. سڀ کان وڏي سچائيءَ جو بيان پنهنجي پاڪ زبان سان پاڻ ڪيو تہ جيئن ڪنهن کي بہ انڪار جي مجال نہ ٿي سگهي ڇو تہ ڪڏهن ڪڏهن ڪمال بہ حجاب بنجي ويندو آهي. دنيا ۾ ڪمالات بہ بيشمار آهن تہ انهن مان پيدا ٿيندڙ پردا ۽ حجاب بہ اڻ ڳڻيا آهن. حسن، طاقت، علم، دولت، اقتدار، حڪومت ۽ فتوحات جا نشا نقاب حق جي سونهن ۽ حقيقي چهري کي ڍڪي ڇڏيندا آهن. انهن پردن کي اهو ئي پري ڪري سگهي ٿو جيڪو پاڻ پنهنجي ڪمالات ۾ پنهنجو مٽ پاڻ ۽ مخلوق ۾ بي مثال هجي. توکي اسان تمام ڪمالات سان متصف ڪري ۽ بي نظير بنائي موڪليو آهي تو جهڙو ڪو

سهڻو ناهي، تو جيتري ڪنهن ڪي طاقت ناهي، تنهنجي دولت جو ڇا بيان جو الله جا خزانا تنهنجي هٿان ورهائجن، تنهنجو اقتدار ۽ حڪومت جو چنڊ بہ تنهنجي اشاري سان بہ ٽڪر ٿي وڃي، تنهنجو مرتبو ايڏو وڏو جو سڀ نبيءَ ۽ رسول تنهنجا مقتدي ۽ تون سيني جو امام، تنهنجي علم جو درياهہ مَاڪَانَ وَمَايَڪُوْنَ ڪي محيط ڪري هر راز، هر معرفت ۽ هر حقيقت تائين تنهنجي رَسائي اي حبيب ان سڀ جي باوجود تون جڏهن چوندين تہ مان خدا ناهيان بلڪ ان جو ٻانهو آهيان ۽ تنهنجي زبان مان اعلان ٿيندو تہ **لَااِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ** تہ پوءِ ڪنهن فرعون ۽ نمرود ڪي طاقت جي گهمنڊ ۾ اچي خدائيءَ جي دعويٰ جي مجال نہ ٿيندي ڪنهن نبيءَ جي پوئلڳ ڪي پنهنجي نبيءَ ڪي خدا چوڻ جي جرات نہ ٿيندي، ڪنهن عالم يا فاضل زمانہ ڪي خدائيءَ جي دعويٰ يا خدا جي انڪار جي گنجائش نہ ملي سگهندي. ان ڪري تون اعلان ڪر تہ جنهن معبود جي توهان ڪي دعوت ڏيان ٿو ۽ جنهن جي قرب تائين توهان ڪي پهچائڻ چاهيان ٿو اهو توهان جي اڏن، گونگن، ٻوڙن، پٿر، لوهہ،چاندي يا سون جي نهيل ٻتن جهڙو نہ آهي.

**هُوَ اللّٰهُ اَحَدٌ.** اهو هڪ ۽ يڪتا آهي، اَحَدَ جي لفظ سان ٻڌايو ويو تہ هُن پاڪ هستيءَ جي ذات اَحَد ۽ حقيقت ۾ ڪوئي ان جو شريڪ ۽ حصيدار نہ آهي ۽ ان جي ذاتي وحدت اهڙي خالص وحدت آهي جيڪا هر قسم جي تقسيم ۽ مشارڪت ڪان پاڪ ۽ بالاتر آهي. جيتوڻيڪ الله تعالىٰ جي حقيقت نہ معلوم آهي ۽ نہ معلوم ٿي سگهي ٿي پر هيءَ بہ هڪ حقيقت آهي حَقِيقَت ڪُبرىٰ (سڀ ڪان وڏي حقيقت) ان جي اڪيلي ذات ئي آهي. ان ڪانپوءِ هن سورة ۾ ٻيو لفظ **الصَّمَدُ** آهي جنهن ذريعي اهو ٻڌايو ويو تہ منصب ۽ صفات ۾ ڪوئي ان جو شريڪ نہ آهي اهو ئي سيني ڪمالن (ڪمالات) جي پڄاڻي ۽ اهو ئي مخلوق جي آخري پناهگاهہ (ماوىٰ ۽ ملجاء) آهي. سورة جو لفظ **الصَّمَدُ** وڏو جامع لفظ آهي. وڏن

تفسيرن ۾ علماءِ ڪرام معاني جا درياهه وهايا آهن. علامه قاضي ثناءُ الله پاني پتي ڪافي اقوال ۽ معاني نقل فرمائڻ ڪانپوءِ فرمائن ٿا: وَعِنْدِي مَعْنَاهُ الْحَقِيْقِي الْمَقْصُودِ مون وٽ الصمد لفظ جي حقيقي معنىٰ آهي. المقصود جيڪو مطلقًا مقصود هوندو آهي هر شيءِ ان جي ئي محتاج هوندي آهي ۽ ڪنهن به ڳالهه ۾ هو ڪنهن جو به محتاج نه هوندو آهي. اهو ئي انعام ڏيندو آهي. ۽ اهو ئي مشڪل ۽ مصيبت ۾ دانهن، فرياد ٻڌندو آهي. ان ڪري صوفياءِ ڪرام **لااله الاالله** جي معنىٰ ڪندا آهن لَا مَقْصُودَ اِلَّا الله.

**وَلَمْ يَلِدْ وَلَمْ يُوْلَدْ:** ذريعي اهو ٻڌايو ويو ته اُن پاڪ ذات جو ڪنهن سان ڪنهن به قسم جو ڪوئي مادي رشتو نه آهي. اُن جو ڪو قبيلو يا خاندان نه آهي ۽ هُو مخلوق جي مشابهت ڪان پاڪ ۽ بي نياز آهي.

**وَلَمْ يَكُنْ لَهُ كُفُوًا اَحَدٌ:** جي ذريعي حبيب خدا اعلان فرمايو ته تصرف ۽ اقتدار ۾ هو يڪتا آهن.

ڪوئي ساڻس شريڪ، ثاني ۽ شراڪت دار نه آهي ۽ اهو ئي آخري اعلان ڪيو ويو ته خَلق ۽ اَمر، قدرت ۽ تاثير ۾ ڪوئي ان جو همسر نه آهي.

خلاصة المرام: هيءَ پاڪ سورت، اسلامي توحيد جي هر شعبي تي حاوي آهي. انهيءَ ڪري مسند احمد بن حنبل جي مروي هڪ حديث شريف ۾ هن سورة کي ثلث القرآن (قرآن جي ٽهائي) چيو ويو آهي. ٻي حديث ۾ آهي ته هڪ صحابي سڳوري پاڪ ڪريمن ﷺ جي خدمت ۾ عرض ڪيو ته مون کي هن سورة سان محبت آهي ته پاڻ فرمايائون ته هن سان اِها محبت توکي جنت ۾ پهچائيندي.

الغرض! اسلام اهڙي توحيد کان انسان کي آشنا ڪيو جنهن جي قائم ٿيڻ ڪانپوءِ سمورا انسان الله تعالىٰ جا ٻانها ۽ برابر جا حقوق رکڻ وارا ۽ سڀ اُن ذات بابرڪات جي سامهون پيدائشي

طور هڪ جهڙا ۽ پاڻ ۾ يائرن برابر سمجهيا ويا نسلي ۽ نسبي فخر و مباهات کي معيوب قرار ڏنو ويو ۽ انسان جي دلين منجهان هر قسم جو خوف ڪڍي ٻاهر اڇلايو ويو ۽ اعلان ڪيو ويو ته سموري مخلوق، تان جو سج، چنڊ، تارا، جهنگ، جبل، درياهه ۽ سمنڊ سڀ توهان جي خدمت لاءِ آهن ۽ توهان هڪ وَحَدَه لَاشَرِيۡکَ لَهُ جي ٻانهائپ ۽ فرمانبرداريءَ لاءِ پيدا ڪيا ويا آهيو.

ابر باد و مه و خورشید فلک در کار اند

تا تو نانی بکف آری و بغفلت نه خوری

همه از بهر تو سر گشته و فرمان بردار،

شرط، انصاف نباشد که فرمان نبری (شيخ سعدي عليه الرحمة)

**ترجمو:**

هوا، ڪڪر، سج، چنڊ ۽ آسمان سيئي پنهنجي پنهنجي ڪم ۾ جنبيا پيا آهن، تان ته تون جڏهن ماني ڪائين ته غفلت ۾ نه ڪائين ته هي سڀ تنهنجي خدمت ۾ رُڌل ۽ فرمانبردار هجن. هي ڪٿان جو انصاف آهي جو تون وري فرمانبردار نه هجين.

مختصرًا اها اسلامي توحيد دنيا جي معاشي، معاشرتي ۾ سياسي زندگيءَ تي اثر انداز ٿي ۽ انهيءَ اسلامي ۽ توحيد سان بادشاهن يا حڪمرانن جي جبر ۽ ڏاڍ جي طلسم کي ٽوڙي ختم ڪيو ويو ۽ ماڻهن جي ذهنن مان آسماني بادشاهت يا آسماني نسل هجڻ وارو وَهَم ميٽي ۽ ختم ڪري اهو اعلان ڪيو ويو ته اهي حڪمران ۽ بادشاهه توهان جا خادم ۽ چوڪيدار آهن ۽ انهن جو انتخاب ۽ معزولي به توهان جي هٿن ۾ آهي.

**ماخذ:**

جامع ترمذِي، تفسيرمظهري، تفسير خزائن العرفان، تفسير ضياءَ القرآن، واز افادات، حضرت الاستاذ شيخ الحديث والتفسير سيد منتخب الحق القادري .

درس حديث

# صله رحمي ڪرڻ

## رشتيدارن سان تعلق قائم ڪري سهڻو سلوڪ ڪرڻ

مولانا حافظ محمد رفيق مينگل طاهري مدرس جامعه عربيه غفاريه

**حديث:**

عَنْ عائشة قالت قال رسول الله صلى الله عليه وآله وسلم اَلرَّحِمُ مُعَلَّقَةٌ بِالْعَرْشِ تَقُوْلُ مَنْ وَصَلَنِيْ وَصَلَهُ اللهُ وَمَنْ قَطَعَنِيْ قَطَعَهُ الله (مسلم شريف)

**ترجمه:**

اُمّ المؤمنين حضرت بيبي عائشه رضي الله تعالىٰ عنها کان روايت آهي ته حضور نبي ڪريم صلّى الله عليه وآلهٖ وسلم جن ارشاد فرمايو! رحِم عرش سان لٽڪيل آهي ۽ هيئن چئي رهيو آهي ته جنهن مون سان تعلق جوڙيو الله عزوجل ان سان تعلق جوڙيندو ۽ جنهن مون سان تعلق منقطع ڪيو ته الله عزوجل ان سان تعلق منقطع ڪري ڇڏيندو.

هن حديث مبارڪ ۾ واضح الفاظن ۾ اها ڳالهه بيان ٿيل آهي ته رحم مان مراد اهي رشتيدار آهن جن سان رت جو رشتو آهي انهن سان تعلق، واسطو ختم نه ڪرڻ گهرجي، بلڪ انهن سان تعلق قائم ڪرڻ کپي. جيڪڏهن ڪو شخص صرف پنهنجي ذاتي مفاد جي ڪري ۽ بغير ڪنهن مقصد جي ڪري رشتيدارن سان قطع تعلق ٿو ڪري ته الله تبارڪ و تعالىٰ به پنهنجي رحمت ان کان منقطع ڪري ٿو ڇڏي. جيئن حديث شريف ۾ بيان ٿيل آهي. جڏهن ته ان صله رحمي جي باري ۾ ڪيتريون ئي حديثون بيان ٿيل آهن. پر هتي طوالت کان پاسو ڪندي مختصر خلاصو بيان ڪيو وڃي ٿو.

پنهنجي عزيز ۽ اقارب سان نيڪ برتاؤ (سٺو سلوڪ) ڪرڻ سان نہ صرف رشتيدارن جي حقوق جي ادائيگي ٿيندي آهي پر ان سان رزق ۽ عمر ۾ بہ برڪت ٿيندي آهي. جيئن هڪ ٻي حديث شريف ۾ آهي (ترجمو :) حضرت انس رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ حضور نبي ڪريم صلّیٰ الله عليه وآلہٖ وسلم جن فرمايو تہ جيڪو شخص اهو چاهي تہ سندس رزق، روزيءَ ۾ ڪشادگي ڪئي وڃي ۽ عمر ۾ زيادتي (اضافو) ٿئي تہ ان شخص کي گهرجي تہ اهو پنهنجي رشتيدارن سان سهڻي سلوڪ سان پيش اچي.

مذڪوره حديث شريف مان اهو بيان ثابت آهي تہ جيڪو صله رحمي ڪري ٿو ان صله رحمي ڪرڻ جي ڪري ان جي رزق ۾ واڌارو ڪيو وڃي ٿو، مائٽن ۽ رشتيدارن سان سٺو سلوڪ ڪرڻ جي ڪري سندس عمر ۾ واڌارو ڪيو وڃي ٿو، عمر جي واڌاري جي متعلق علماءِ ڪرام لکيو آهي تہ جيڪو صله رحمي ڪري ٿو تہ ان جي عمر ۾ برڪت ڏني ويندي. يعني ان کي عبادت ڪرڻ جي توفيق ڏني ويندي، الله تعالیٰ ان جي عمر ۾ برڪت جي ڪري ان کي نيڪ ڪمن جي توفيق بخشيندو جيڪي آخرت ۾ ان جي لاءِ فائديمند ثابت ٿيندا ۽ الله تبارڪ و تعالیٰ ان ٻانهي سان تعلق قائم فرمائيندو. ان جو مطلب هيءُ آهي تہ الله تعالیٰ ان صلہ رحمي جي ڪري ٻانهن تي لطف ۽ ڪرم فرمائيندو ۽ ٻانهن تي احسان فرمائيندو، انهن کي نعمتن سان نوازيندو.

## رشتيدارن سان قطع تعلقي نہ ڪيو:

رشتيدارن، مائٽن سان حُسنِ سلوڪ (سهڻي رويي) کي برقرار رکندي انهن سان تعلقات سٺا ۽ بهتر رکڻ گهرجن ۽ انهن سان تعلق ختم نہ ڪرڻ گهرجي. اگر ڪنهن سبب جي ڪري پاڻ

۾ ڪجهه ناچاقي ٿي وئي آهي ۽ هڪ ٻئي سان تعلق کي ختم ڪيو ويو آهي ته انهن جو پاڻ ۾ صلح ڪرايو وڃي ۽ ٽٽل رشتن کي جوڙڻ گهرجي.

جيئن حديث شريف ۾ آهي (ترجمو:) حضرت عبدالله بن عمر رضي الله تعالىٰ عنه کان روايت آهي ته رسول الله صلّى الله عليه وآله وسلم جن فرمايو رشتيدارن سان سهڻو برتاؤ ڪرڻ وارو اهو ناهي جيڪو رشتيدارن کي ٻه بدلو ڏي بلڪ اهو آهي جيڪو ٽٽل رشتن کي جوڙي.

رشتيدارن سان تعلقات کي ان صورت ۾ قائم رکي سگهجي ٿو جڏهن دل ۾ رحم جو جذبو موجود هجي، همدردي ۽ خيرخواهي جا جذبات موجود هجن. جڏهن دل ۾ رحم جو جذبو موجود هوندو ته قطع تعلقي جي متعلق نه سوچيندو بلڪ ٽٽل رشتي کي جوڙڻ ۾ ئي ان کي فرحت محسوس ٿيندي. جڏهن دل ۾ اهو احساس پيدا ٿيندو ته يقينًا ان کي زندگيءَ ۾ سڪون، اطمينان حاصل ٿيندو. ان جي ڪري رشتيدارن سان تعلق قائم ڪرڻ گهرجي، ننڍين ننڍين، معمولي ڳالهين تي رشتن کي ٽوڙڻ نه گهرجي ۽ ناراضگي پيدا ٿيڻ نه ڏجي. ان جي ڪري احاديث ۾ رشتي دارن سان حسن سلوڪ کي برقرار رکڻ جو تاڪيد ڪيو ويو آهي.

## ڏک جو اظهار...!

نقشبندي غفاري بخشي طاهري سلسلي جي خاص خليفي، مشهور شاعر، ليکڪ **مولانا حاجي احمد حسن لاشاري** جي وصال تي **ادارو الاصلاح پبليڪيشن** پونيئرن سان ڏک جو اظهار ڪري ٿو. سندن جون جماعت جي لاءِ ڪيل خدمتون ڪنهن کان به ڳجهيون ناهن، ڏٽي در دعا آهي ته شال الله تعالىٰ کين غريق رحمت فرمائي.

*ادارو*

## ترجمہ مڪتوب نمبر:21



# اتباع سنة سان ئي ولايت ملي ٿي

شيخ الحديث والتفسير حضرت علامہ مولانا حبيب الرحمٰن گبول طاهري نقشبندي

**خلاصہ**: عربي ٻولي ۾ هيءُ خط حضرت امام رباني مجدد و منور الف ثاني قدس سره، شيخ محمد مڪي ولد الحاج القاري موسىٰ لاهوري عليهما الرحمة ڏانهن تحرير فرمايو آهي. جنهن ۾ ولايت جا درجات، خاص ڪري ولايت محمديه علىٰ صاحبها الصلواة والسلام جو ذڪر فرمايو، ساڳي وقت طريقہ عاليہ نقشبنديہ جي فضيلت ۽ نقشبندي بزرگن کي دائمي حضور حاصل هجڻ جو خصوصي ذڪر فرمايو آهي.

**ابتداء مڪتوب: وصل المڪتوب..........**

**ترجمو**: توهان جو مڪتوب شريف جيڪو هن ضعيف ۽ ڪمزور غلام ڏي لکيل هيو پهتو، الله تعالىٰ توهان کي عظيم اجر عطا فرمائي ۽ توهان جي معاملي کي آسان بنائي ۽ توهان جي سيني کي (پنهنجي معرفة لاءِ) کولي ۽ پنهنجي بارگاهہ ۾ توهان جو عذر (غلطين تي معذرت) قبول فرمائي، صدقي سيد البشر المطهر عن زيغ البصر عليہ وعلىٰ آلہٖ من الصلوات افضلها ومن التسليمات اڪملها جي، (جيڪي سيني انسانن جا سردار، اک جي ٽيڙائي کان پاڪ آهن انهن تي ۽ انهن جي آل تي الله تعالىٰ جون افضل رحمتون ۽ ڪامل سلام هجن.)

منهنجا پيارا! پڪ ڪري ڄاڻو تہ موت جيڪو (مشهور) موت کان اڳ ۾ حاصل ٿئي، جنهن کي الله وارا فناء جي لفظ سان بيان ڪن ٿا، جيستائين اهو حاصل نہ ٿو ٿئي، ان وقت تائين

بارگاهہ (الٰهي) تائين پهچڻ آسان نہ آهي، بلڪ ان وقت تائين ٻاهرين ڪوڙن معبودن ۽ نفساني خواهشن جي معبودن جي پوڄا (محبت) کان ڇوٽڪارو حاصل نٿو ٿئي.

جنهن ڪري ان (فناء کان سواءِ) نہ تہ اسلام جي حقيقت حاصل ٿئي ٿي، نہ وري ايمان جو ڪمال حاصل ٿئي ٿو، تہ پوءِ اهو (ٻانهو) الله تعاليٰ جي خاص ٻانهن جي ٽولي ۾ ڪيئن داخل ٿيندو؟ ۽ اوتاد (ولين جو هڪ قسم آهي) جي درجہ تائين ڪيئن پهچندو.حالانڪ هي فناء پهريون قدم آهي جيڪو ولايت جي ڏاڪي ۾ رکيو وڃي ٿو ۽ وڏو ڪمال آهي جيڪو ابتدا ۾ حاصل ٿئي ٿو. ان ڪري ولايت جي شروعات مان ان جي پڇاڙي جو اندازو لڳايو وڃي ۽ ان جي ابتدا مان انتها جو درجو معلوم ڪيو وڃي. فارسي ٻولي ۾ ڪيترو نہ سٺو چيو ويو آهي:

*قیاس کن زگلستان من بہار مرا*

(منهنجي بهار جو اندازو منهنجي باغ مان لڳايو)

۽ هي بہ انهيءَ (فارسي ٻولي) ۾ چيو ويو آهي.

*سالے کہ نکوست از بہارش پیداست*

(سال جي سٺائي ان جي بهار مان ظاهر ٿئي ٿي.

ولايت جا ڪيئي درجا آهن، جن مان هڪڙا ٻين کان مٿي آهن جو تہ هر نبي جي قدم تي ولايت جو هڪ درجو آهي، جيڪو ان سان خاص آهي ۽ ان جو آخري جيڪو مانَ ۾ سڀ کان مٿاهون) ڏاڪو اهو آهي جنهن تي اسان جا نبي عليه وعليٰ جميع اخوانہ من الصلوات اتمها ومن التحيات اَيۡمَنُهَا (انهن تي ۽ انهن جي ڀائرن يعني نبين سڀني تي مڪمل صلواتون ۽ مبارڪ درود و سلام هجن.) آهن. ڇو تہ تجلي ذاتي جنهن ۾ اسماءِ، صفات، شيون ۽ اعتبارات (جن جو مٿي بيان ٿي چڪو آهي) جو نہ ايجابي (هاڪاري) طريقي سان ڪو اعتبار آهي ۽ نہ سلبي (ناڪاري) طريقي سان ڪو اعتبار آهي، اهو حضور اڪرم عليه الصلواة

والسلام جي ولايت سان مخصوص آهي.

۽ ان مقام تي سمورن وجودي توڙي اعتباري پردن جو علمي توڙي عيني (خارجي ۽ ظاهري) نموني ختم ٿي وڃڻ ثابت ٿئي ٿو. ان وقت وصل عرياني حاصل ٿي وڃي ٿو ۽ وجد بہ حقيقي نموني حاصل ٿئي ٿو نہ ڪہ گمان ۽ اندازي وارو.

۽ هن اڻ لڀ مقام سان نبي ڪريم عليہ الصلواۃ والتحية جي ڪمال تابعداري ڪندڙ (سالڪن) ڪي ڪامل نصيب ۽ گهڻو حصو عطا ٿئي ٿو، پوءِ جيڪڏهن توهان هن اعلىٰ مرتبي واري دولت حاصل ڪرڻ ڏي متوجہ آهيو ۽ بلند درجہ واري دولت مڪمل نموني حاصل ڪرڻ چاهيو ٿا تہ حضور صلّىٰ الله تعالىٰ عليہ وآلہٖ وسلم جي تابعداري ڪي پاڻ تي لازم ڪري ونو ۽ هي تجلي ذاتي اڪثر مشائخ رحمهم الله تعالىٰ

سبحانہ وٽ برقي آهي.يعني ٿوري دير جي لاءِ ان ذات پاڪ جا سمورا پردا پري ٿي ويندا آهن، جيئن برق (يعني ڪنوڻ تيزي سان ظاهر ٿي جلدي گم ٿي وڃي ٿي) ان ڪان پوءِ وري اسماءِ ۽ صفات جا پردا لٽڪايا وڃن ٿا ۽ ذات باري جي انوار جا اثرات ڍڪجي وڃن ٿا.

ان نموني حضور ذاتي ڪنوڻ وانگر ٿورڙي دير لاءِ ئي حاصل ٿيندو آهي ۽ غيبة ذاتيہ گهڻي (وقت لاءِ) هوندي آهي.

۽ نقشبندي سلسلي جي اڳواڻ بزرگن ڪي حضور ذاتي هميشہ حاصل هوندو آهي هنن بزرگن وٽ غيبت سان تبديل ٿي زائل ٿيڻ واري حضور جو ڪو اعتبار(اهميت) نہ آهي.

ان ڪري هنن بزرگن (نقشبندي طريقي وارن) جو ڪمال ٻين سمورن ڪمالات ڪان مٿاهون آهن ۽ هنن جي نسبت ٻين سيني نسبتن ڪان مٿاهين آهي. جيئن انهن جي عبارتن ۾ آيل آهي تہ :

**اِنَّ نِسۡبَتَنَا فَوۡقَ جَمِيۡعِ النِسَبِ** يعني تمام نسبتن ڪان اسان جي نسبت مٿاهين آهي، هن نسبت مان انهن جي مراد حضور ذاتي

دائمي آهي.

ان کان وڌيڪ عجب جي ڳالهه هيءَ آهي تہ هنن کاملن (نقشبندي بزرگن) جي طريقي جي ابتدا ۾ انتها داخل آهي ۽ هن واٽ ۾ اهي رسول الله صلّیٰ الله تعالیٰ عليہ وسلم وبارک جي صحابہ رضي الله عنهم جي تابعداري کن ٿا، جن کي نبي کريم عليہ الصلواة والسلام والتحية جي پهرين صحبت ۾ اهو کجهہ حاصل ٿيو جيکو ٻين (بعد وارن بزرگن) کي انتها ۾ حاصل ٿيو.

ان کي ئي چئبو آهي: **اِنْدِرَاجُ النِّهَايَةِ فِي الْبِدَايَةِ**

(ابتدا ۾ انتها جو شامل ٿيڻ)

پوءِ جهڙي نموني حضرت محمد رسول الله صلّیٰ الله عليہ وآلهٖ وسلّم جي ولايت سمورن نبين ۽ رسولن عليهم الصلوات والتسليمات جي ولايتن کان مٿاهين آهي، اهڙي نموني هنن (نقشبندي) بزرگن جي ولايت ٻين سيني (طريقن جي) ولين جي ولايتن کان مٿاهين آهي.

ائين ڇو نہ هجي جڏهن تہ هنن جي ولايت جي نسبت حضرت صديق اکبر رضي الله تعالیٰ عنہ ڏانهن آهي. برابر (ٻين سلسلن جي) کامل بزرگن کي بہ اها نسبت حاصل ٿي آهي پر حضرت صديق اکبر رضي الله تعالیٰ عنه جي ولايت مان فيض حاصل کندي (اها نسبت حاصل کئي.) جهڙي نموني حضرت ابو سعيد (خراز) رحمة الله عليہ هن حديث (حضور ذاتي) جي هميشگي جي خبر ڏني آهي)

(معلوم هجڻ گهرجي تہ) حضرت شيخ ابوسعيد رحمة الله عليہ وٽ حضرت صديق اکبر رضي الله تعالیٰ عنہ جو هک جبو پهتو هيو، جيئن نفحات واري (مولانا جامي قدس سره) لکيو آهي.

هن طريقہ عاليہ نقشبنديہ جي بعض کمالات کولي بيان کرڻ مان مقصد طريقت جي طالبن کي هن طريقي ڏانهن متوجہ کرڻ آهي، ورنہ منهنجي حيثيت ڇا آهي جو هن طريقي جا

ڪمالات ڪولي بيان ڪيان. مولوي (مولانا جلال الدين رومي قدس سره) مثنوي ۾ فرمايو:

*شرح او حيف است با اہلِ جہان*

*ہمچو رازِ عشق باید در نہاں*

*لیک گفتم وصف او تا رہ برند*

*پیش ازان کز فوت آن حسرت خورند*

(دنيا وارن جي اڳيان هن جو شرح ڪرڻ زيادتي آهي،
عشق جي راز وانگر هن کي لڪائڻ گهرجي.
پر مون ان جي تعريف ان لاءِ ڪئي، جيئن ماڻهو ان وات سان هلن، ان کان اڳي جو محروم رهجي وڃڻ تي افسوس ڪن.)

## دنيا جي سڀ کان وڏي شان واري مقدس جاءِ

**خانه ڪعبه:** دنيا جي سڀ کان پهرين ۽ پراڻي عمارت خانہ ڪعبه آهي.
**خانه ڪعبہ:** دنيا جي سڀ کان منفرد عمارت ۽ پاڪ عبادت گاهہ آهي.
**خانه ڪعبہ:** جتي دنيا جي سڀ کان وڏي ۾ وڏي مسجد حرام آهي.
**خانه ڪعبہ:** دنياجي واحداهاعمارت آهي جنهن کي غسل ڏنو ويندوآهي
**خانه ڪعبہ:** دنياجي واحدعمارت آهي جنهنکي ڪپڙي سان ڍڪيوويندوآهي
**خانه ڪعبہ:** دنيا جي واحد جاءِ آهي جيڪا سموري دنيا جو مرڪز آهي.
**خانه ڪعبہ:** دنيا جي واحد عمارت آهي جنهن جي مٿان ڪنهن بہ جهاز کي اڏام جي اجازت نہ هوندي آهي.
**خانه ڪعبہ:** خانہ ڪعبه جي مسجد الحرام ۾ هڪ فرض نماز پڙهڻ جو ثواب هڪ لک نماز پڙهڻ جي برابر ملندو آهي.

***چونڊ: اعجاز احمد ورياهہ/اڏيرولعل***

*******************************************************

### **خلوت درانجمن**

ڪنهن شخص حضرت شاهہ نقشبند قدس سرہ کان دريافت ڪيو تہ اوهان جي طريقہ جو بنياد ڪهڙي ڳالهہ تي آهي؟ پاڻ جوابًا ارشاد فرمايو تہ **خلوت در انجمن.**
يعني ظاهر باخلق ۽ باطن باخدا هجڻ تي اسان جي طريقہ عاليہ جو مدار آهي.

**ماخذ: جلوه گاهہ دوست، چونڊ: فقير محمد ڪاشف قريشي طاهري/دادو**

## ڊاڪٽر عبدالرحيم چنا "بيدار طاهري"

**مغرب** جي نماز درگاهه الله آباد شريف جي مسجد ۾ پڙهي، پنجاب جي مولوي سردار احمد سان ڳالهائڻ ۾ مشغول هئس ته پرسان آواز آيو، معاف ڪجو، توهان سان ٿورڙو ڳالهائڻو آهي، ڏٺم ته ڊاڪٽر غلام ياسين پنهنجي نرم و نازڪ آواز ۽ دلربا انداز سان مشڪي مون سان مخاطب آهن. هٿ ادب جا ٻَڌي عرض ڪيم ته "حڪم ٿئي... عاجز حاضر آ... تڪڙ ۾ چئي ڏنائين، چوندو ويو ۽ مان پنڌ ٻهڻ ٿيندو ويس، شروعات وارا ٻه ٽي جملا ته سمجهيم پر پوءِ انگريزي پهاڪي جيان Physically here ايترو سمجهيم ته حضور قبله عالم سهڻا سائين رحمة الله عليه جو سلسلو ٿا ڪيئون، توهان به ڪجهه ان باري ۾ لکي ڏيو. رسالو الطاهر لاءِ، پوءِ هُن ڇا چيو، خبر نه پئي، منهنجي بدن مان ڇڻ سسراٽيون نڪري ويون، مان پنهنجي دنيا ۾ گم ۽ هو ويچارو ويو ٿئي ڪجهه چوندو... مان سوچ ويچار ۾ گم ته ڇا مان هڪ بيڪار، سست ۽ ڪاهل، نه ڪُهڻ جو نه ڏُهڻ جو، ۽ ڇا حضور قبله عالم جن جهڙو انسانُ، جنهن تي انسانيت کي ناز آ، جيڪو وقت جو مجدد، عظيم المرتبت بزرگ هستي، رب جو دادلو، نورٌ اعلىٰ نورٌ، اُن هستيءَ متعلق هيءُ عاجز ڇا ٿو لکي سگهي..؟

گهڙي ڪن ته مغز کي چڪر اچڻ لڳا، ائين پئي لڳو ته ڇڻ هِن جهان ۾ آهيان ئي ڪو نه، ڪڏهن ته عجب خوشي محسوس پئي ٿي، جيڪا سڄي بدن ۾ ڦهلجي وئي هجي، نَس نَس ۾ سمائجي وئي، بدن جي وارَ وارَ مان، خوشيءَ جي خوشبو محسوس ٿي، وري ساڳئي وقت حضور قبله عالم جي شخصيت جو رعب ۽ دٻدٻو پئي ياد ڪيم ته بدن هيسجي ٿي ويو... لونءِ ڪاندارجي ٿي وئي... مطلب ته حضور جو چهرو انور سمجهيم

ٿئي تہ سامھون آ... مان وينو ٿو زيارت ڪيان... وري جڏھن سندن شفقت، محبت ۽ پيار تي ياد آيو تہ سبحان الله!، اھڙي تہ منڙي انداز، پياري آواز ۽ سھڻن خطابن ۽ القابن سان نوازي مخاطب جي دل لُٽي وٺندا ھئا جڻ تہ ڪو جادو جو چراغ ھُئن، جو ڏوڙ مان ڏُن ناھي وٺندا ھئا. سُڪل ۽ ڪَٺُ لڳل دِليون سيراب ڪري وٺندا ھئا. اھڙو مِنڙو، نرم، پيارو عجب خُلق نہ ڏٺو، نہ ٻُڌو. مطلب تہ ھڪ دل پئي چئي تہ مان سچو ڏينھن وٺ وٺان يعني ڪم ڪار ۾ قابو لڳو پيو آھيان، اھڙي مُحب جي مدح ڪرڻ، مون مثل دل جي مريض ڪان متي آھي.

*کتھے مہر علی، کتھے تیری ثناء، گستاخ اکھیاں کتھے جا لڑیاں*

دل چيو تہ اھڙي وڏي ڳالھہ چئي اٿائين جيڪا منھنجي حيثيت ڪان مٿاھون، تمام مٿاھون آھي، ٿٿائي وڃانس... اڳي بہ "سيرت وليءَ ڪامل" ڪتاب لاءِ چيو ۽ حڪم ڪيو ويو ھو، پر جڏھن بہ ڪاغذ ڪٽي قلم ڪي وھائڻ شروع ڪيم تہ ھٿن ڏڪڻ شروع ڪيو، دماغ مائوف ٿي ويو ٿي، دل جي ڌڙڪن تيز ٿي پئي وئي، ھوش حواس اڏامڻ لڳا ٿي، سمجھہ ۾ ئي نہ پئي آيو تہ ڇا لکان.. ڪيئن لکان؟، ڪٿان ڪان لکان؟، شروعات ۾ ڇا ھجي، ڪيترائي دفعا ويھي پَنو، پين ڪٽي سوچيم تہ ڪيان بسم الله پر "ب" بہ نہ پي نھي، نيٺ بہ چار ڪرامتون ۽ واقعات حضور سان گڏ منھنجي سامھون (جيڪي مشاھداتيا، تفصيل سان) نٽ شيل ۾ نوٽ ڪيم، پر واقعو وڏو، اکر چار، قصو ڪيئن نھي؟ نہ لکجي سگھيو. بس مڙيئي بدنصيبي، وقت وڏو ويري آھي، ڪنھن جي لاءِ بہ ڪين رُڪجندو آھي، پَلڪن مان پَھر ٿي، ڏينھڙا گذري ويا، تمام سھڻو، من مَھڻو ڪتاب "سيرت وليءَ ڪامل" شايع ٿي ويو، جڏھن ھٿن ۾ پھتو تہ ڪٽي اکين تي رکيومانس، چُميو پيو چُمانس، سيني دوستن جا ليک ۽ مضمون شامل ھئا، شايد مان ھڪڙو ئي بدبخت ھئس جيڪو ان بيڙيءَ ڪان پوئتي رھجي

ويس، ٻيڙي، جيڪا سُٺ جو ڍيرو ڪٽي يوسف عليہ السلام خريد ڪرڻ هلي هئي، اڪين ۾ پاڻي پرجي آيو... روح رڙڻ لڳو... مَنُ منجهڻ لڳو... دل دک درد مان دانهون ڪرڻ تي هئي... پر لوڪ جي کِلَڻ ۽ خواريءَ جي خطري سبب ڏک، ڏولاوا، هينانءَ سان هنڊائي، زهر جو پيالو پي ويس، لڙڪ ٻاهر نہ ڪڍي بس اندر ئي اندر اِن سور ۾ پاڻ پئي ساڙيم. جڏهن ڪتاب پڙهڻ لاءِ هٿ ۾ ڪٽان، دل مان دونهان ٿئي نڪتا، اکيون روئي ويهن ۽ مان ڪتاب پڙهڻ بدران بند ڪري ڇڏيندو هئم. ڪافي وقت ڪانپوءِ ان ڪي پڙهيم.

اڄ وري ڊاڪٽر غلام ياسين موقعو ڏنو، سوچيم تہ اهڙي الله جي ولي، شمس العارفين سراج السالڪين لاءِ لکڻ، هن ناچيز لاءِ مشڪل بلڪہ محال آهي، وري پاڻ کي سمجهايم پر نادان، بي سمجهہ، بي عقل، ڪجهہ تہ سوچ، جتي هيرا لال جواهرن اشرفين ۽ دينارن جا ڍير لڳايا هئا، اُتي ٻيڙيءَ کي هڪ ٽڪي واري سُٺ جي ڍيري تي يوسف عليہ السلام ملي ها ڇا؟ بس ياءَ ڊاڪٽر صاحب لکڻ لاءِ چيو آهي، چيو نہ موٽاءِ، اڳي ئي گهٽي تي اٽئي، جهڙو حال حبيبان، تهڙو پيش پرينءَ. "**جيهي جا تيهي، تہ بہ ٻانهي ٻاروچل جي.**" اُٿ همٿ ڪر ڪجهہ لک،

*اٹھ باندھ کمر کیوں ڈرتا ہے، پھر دیکھ خدا کیا کرتا ہے*

وري دماغ پيو سوچي، جتي وڏن عالمن جا ليک آهن اُتي تو بيڪار، بدڪار گنهگار جو هڪ بي علم ۽ بي ٽڪو ليک کهڙي حيثيت تو رکي. پر دل اڄ دماغ تي حاوي تي وئي، ڏاڍي ڪا ضديري آ. ضد ڪري بيهي رهي تہ ڪجهہ بہ ٿئي اڄ هٿن کي ڏکٽو ناهي... مايوس ٿيٽو ناهي... بيوس ٿيٽو ناهي... هوش حواس وڃائڻو ناهي... ڪجهہ لکڻو آهي.. ڪجهہ ڪرڻو آهي...۽ ائين اڄ وڃان ٿو لکندو.. سهڻا سائين رحمة الله عليہ تي پڙهڻ لاءِ سيرت وليءَ ڪامل ۾ ڪافي تمام گهڻو ۽ سهڻو لکيو ويو آهي.

نندي هوندي ڪان ئي پاڻ جمندي جام هئا.

*خدا جب حسن دیتا ہے، نزاکت آہی جاتی ہے*

الله تعاليٰ اهڙا انسان صدين ڪانپوءِ پيدا ڪندو آهي. بقول علامہ اقبال جي:

*ہزاروں سال نرگس اپنی بے نوری پر روتی ہے، بڑی مدت کے بعد ہوتا ہے چمن میں دیدہ ور پیدا*

مان پنهنجي پڙهندڙ دوستن کي عرض ڪندس تہ جن سيرت ولي ڪامل جو مطالعو نہ ڪيو آهي، اهي هي ڪتاب نہ، پر مقدس خزانو ضرور ونن، پڙهن ۽ هيانءَ سان هنڊائين، جن پڙهيو آ، سي ان کي وري وري پڙهن ۽ سبق حاصل ڪن. غور ڪن فڪر ڪن، سوچ ڪن. دنيا ۾ ڏسن تہ اهڙا مانجهي مرد مٽير، جن تي نہ رڳو هي زمين پر آسمان بہ ناز ٿو ڪري، جن سموري حياتي الله تعاليٰ جي دين اسلام لاءِ وقف ڪري ڇڏي، جن نفس کي ماري پاڻ کي دنيا ۾ ئي زنده جاويد بنائي ڇڏيو. جيڪي ظاهري جسماني طور اڄ اسان سان گڏ نہ آهن پر روحاني طرح اسان ڪان پري بہ ڪونهن. پاڻ بقول پٺائي گهوٽ رحہ جي:

**مرڻا اڳي جي مئا سي مري تين نہ مات، هوندا سي حيات، جيئا اڳي ئي جيئا**

حضرت سهڻا سائين ساهتي پرڳڻي جي ڪنڊيارو تعلقي جي ننڍڙي شهر خانواهڻ ۾ جنم ورتو. پاڻ نندي هوندي کيئن نہ سادگي، ٻاجهاريءَ ۽ ٻاراڻي زندگيءَ ۾ دوستن سان وفاداريون ڪيون. پنهنجي امڙ جيجل جي ڪيئن نہ پنهنجي نرم و نازڪ هٿڙن سان خدمتون ڪيائون، پنهنجي ڳوٺ جي وڏڙن جي ڪيئن نہ عزت ڪري پنهنجي لاءِ محبت ۽ شفقت پيدا ڪيائون، سندن نندپڻ جي زندگيءَ کي سيرت ولي ڪامل ۾ پڙهجي ٿو (جيتوڻيڪ پوري طرح ڪو دوست حق ادائي نہ ڪري سگهيو آهي پر پوءِ بہ پنهنجي پَر ۾ جنهن جنهن دوست کي جيڪو ڪجهہ مواد هٿ آيو آهي اهو سهڻي نموني لکيو ويو آهي) تہ عقل دنگ رهجي ٿو وڃي.

## شرم ۽ حياءَ جا پتلا:

پاڻ نندڙي عمر ۾ به ڪڏهن اُگهڙ ظاهر نه ڪيائون، سندن جيڏا ٻيا نندڙا ٻار ننگا ئي شاخ ۾ وهنجندا هئا ته پاڻ انگوشو ٻڌي سيني ڪان پري وهنجندا هئا. قرباني جو سبق ته شايد پينگهي ۾ ئي سکي ورتو هيائون، نندڙن ٻارن سان گڏ ٻير ميڙڻ تا وڃن، پاڻ ٻير تي چڙهي ٻير تا ڏوڙين ۽ ٻيا هيٺ بيٺل ٻار سيئي ٻير ميڙي هليا تا وڃن ۽ ڪين ڪو نه تا ڏين. تڏهن به نه انهن سان شڪايت نه جهيڙو جهڳڙو ۽ نه ئي ڪا ويڙهه وغيره ڪيائون.

نندڙي هوندي ئي نماز جو شوق انتها درجي جو هوندو هُيَن. مسجد ۾ چپ چاپ اچي مٽ ماٽ ۾ وڏن جي عزت ۽ محبت دل ۾ سانديي نماز پڙهي موٽيا ويندا هئا. ٿورو ۽ هوريان ڳالهائڻ سندن عادت هوندي هئي. سندن انهن نيڪ ادائن وڏڙن جون دليون موهي ۽ ڪٺي ورتيون هيون ۽ جيڪي سندن ڪي سباجهڙي ۽ سلڇڻي ٻارڙي جي نالي سان ياد رکندا هئا.

*(هلندڙ)*

*************************************

## ❧❧ سائنسي معلومات ❧❧

**ساهه ڪڻڻ ۾ آڪسيجن گئس ڪتب اچي ٿي.**

**پاڻي صاف ڪرڻ ۾ ڪلورين گئس ڪم اچي ٿي.**

**ٻوٽي جي سائي مادي کي ڪلوروفل چئبو آهي.**

**گوشت خور جانورن کي ڪارنيوورس ۽ ٻوٽا کائيندڙ جانورن کي هربيوورس چوندا آهن، جڏهن ته ٻوٽا ۽ گوشت ٻئي کائيندڙ جانورن کي آمنيوورس چئبو آهي.**

***چونڊ: طيبه ”نور“ هيسباڻي/ٻادهه***

# تجارت جي فضيلت ۽ اهميت

محمد فهيم طاهري / لاڙڪاڻو

حصو ٻيو ۽ آخري

**حضرت** عيسىٰ عليہ السلام ڪنهن شخص کان پڇيو تہ تون ڇا ڪندو آهين؟ چيائين تہ مان الله تعالىٰ جي عبادت ڪندو آهيان، پاڻ فرمايائون تہ تنهنجي نان نفقہ جي ذميواري ڪنهن تي آهي، ان عرض ڪيو تہ سائين منهنجو ڀاءُ آهي اهو ڪمائيندو آهي. پاڻ فرمايائون تہ الله تعالىٰ وٽ اجر تنهنجي ڀاءَ جو تو کان وڌيڪ آهي. حضور ﷺ جن فرمايو آهي تہ بازار الله تعالىٰ جو دسترخوان آهي، جيڪو دسترخوان تي ايندو ضرور ڪجهہ اتان حاصل ڪندو، پاڻ فرمايائون تہ توهان مان ڪو شخص رسي ڪڻي جهنگ مان ڪاٺيون ڪري اچي ٿو اهو ان کان بهترآهي جيڪو مالدار وٽ وڃي سوال ڪري ٿو، پاڻ فرمايائون تہ: **مَنۡ فَتَحَ عَلٰی نَفۡسِہٖ بَابًا مِنَ السُوال فَتَحَ اللّٰہ عَلَیہِ سَبۡعِین بَابًا مِنَ الۡفَقۡرِ.** جيڪو شخص پنهنجي لاءِ سوال ڪرڻ جو هڪ دروازو کولي ٿو (يعني هڪ کان سوال ڪري ٿو) ان تي الله تعالي محتاجي ۽ مفلسي جا ستر دروازا کوليندو آهي.

حضرت لقمان حڪيم پنهنجي پٽ کي هن ريت وصيت فرمائي تہ منهنجا پٽ! پنهنجي حلال ڪمائي ذريعي پنهنجي محتاجي دور ڪجانءِ، اگر واپار لاءِ سفر جي ضرورت پيش اچي تہ ڪڏهن بہ گهٻرائجي مايوس نہ ٿجانءِ. اسان جي آقا ﷺ تجارت لاءِ سفر اختيار ڪيا، پاڻ پنهنجي چاچي ابو طالب سان بہ سفر ڪيائون، حضرت بيبي خديجة الڪبرىٰ رضي الله عنہ جي طرفان بہ سفر تجارت ڪيائون، اهي سفر بابرڪت هئا، حضرت بيبي خديجة الڪبرىٰ صلاحيتن کان متاثر ٿي سندن جي غلامي اختيار ڪئي، خدا تي ڀروسو رکي سفر تي ٻانهو نڪري پئي تہ الله تعالىٰ جي مدد ان ٻانهي سان شامل حال رهندي، جو تہ ارشاد خداوندي آهي تہ: **فَانۡتَشِرُوا فِي الۡاَرۡضِ وَابۡتَغُوا مِنۡ فَضۡلِ اللّٰہ.** (سورة الجمعة پ 28) "زمين ۾ ڦهلجي وڃو الله جي فضل کي تلاش ڪيو."

فضل مان مراد رزق آهي، تلاش جو مقصد ئي اهو آهي ته انهيءَ مقام تي پهچڻو آهي جنهن جاءِ تان مالي منفعت حاصل ٿئي، جنهن جي ڪا به حد مقرر نه ڪئي وئي آهي، الله تعاليٰ فرمايو آهي ته: **وَجَعَلْنَا النَّهَارُ مَعَاشًا** ( پ 30 النبأ) ”اسان ڏينهن کي معاش لاءِ پيدا ڪيو آهي.“ معاش لاءِ ئي جدوجهد ڪرڻي آهي خواه اها (روزي) سفر سان حاصل ٿئي ٿي، ڏينهن الله تعاليٰ انسان کي ڏنو ئي ان ڪري آهي ته محنت مزدوري ڪري روزي ڪمائي.

ڏينهن جو ننڊ ۽ غفلت کان بيدار ٿي انسان کي ڪوشش ڪرڻي آهي، ان ڪوشش ذريعي برڪتون الله تعاليٰ جي طرفان ملنديون آهن انهن ٻانهن جي الله تعاليٰ تعريف ڪري رهيو آهي، ڪلام مجيد ۾ ارشاد آهي: **وَآخَرُونَ يَضْرِبُونَ فِي الارْضِ يَبْتَغُون مِن فَضْلِ الله.** (مزمل) اهي الله جا ٻانها جيڪي زمين ۾ سفر تا ڪن ۽ الله جي فضل کي ڳولهين تا الله جي فضل مان مراد (سياق سباق مان) مفسرين روزي ورتي آهي.

حضرت عمر رضي الله عنه پاڻ نماز کان بعد هن ريت خطاب فرمائيندا هئا ته توهان ڪنهن به صورت ۾ سستي تڪاسلي نه ڪيو پنهنجي روزگار لاءِ ڪوشان رهو، اگر ڪو شخص سستي جو مظاهرو ڪندو هو ته ان کي جبرًا (زوريءَ) مسجد کان ٻاهر روزي جي تلاش لاءِ موڪليندا هئا. ۽ پاڻ فرمائيندا هئا ته اوهان کي اوهان جي محنت جو اجر ملندو، گهر ۾ ويهڻ سان توهان جي مٿان سون ۽ چاندي جي بارش نه ٿيندي ۽ مسجد جي ڪُنڊ ۾ ويهڻ کان بهتر آهي ته روزيءَ جي طلب ۾ مصروف رهو.

حضرت زيد بن مسلم پنهنجي زمين ۾ ٻوٽا (وڻن جون چڪيون) رکي رهيو هو، حضرت عمر سندن کي ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو، پاڻ فرمايائون ته بهتر ڪم ڪيو تا ۽ جيڪو دنيا جي لحاظ سان مستحڪم هوندوَ ان جو دين محفوظ رهندو، حضرت عبدالله بن مسعود فرمائن ٿا ته مونکي اهو انسان بُرو محسوس ٿيندو آهي جنهن کي مان بيڪار ڏسندو آهيان، حضرت امام احمد بن حنبل عليہ الرحمة کان پڇيو ويو ته ان شخص متعلق اوهان جي ڇا راءِ آهي؟ جيڪو معاش لاءِ ڪو به ڪم نه ٿو ڪري، ان جو خيال

آهي تہ مون کي گهر ويني روزي ملي ويندي، پاڻ فرمايائون تہ اهو شخص جاهل آهي، ڇا انهيءَ حضور ﷺ جن جو هي ارشاد نہ پڙهيو آهي جو پاڻ فرمايو اٿن تہ منهنجو رزق نيزه جي سايہ هيٺ آهي مطلب تہ جيئن نيزه هلائڻ ۾ مشقت، تڪليف آهي ائين روزي تڪليف سان ئي ملندي آهي پاڻ پکين جو ذڪر ڪندي فرمايائون: **تَغْدُوا خِمَاصًا وَتَرُوحُ بِطَانًا.** صبح جو بکيا اٿندا آهن شام جو پيٽ ڀريل موٽندا آهن، انسان انهن کان سبق حاصل ڪن تہ صبح جو پنهنجو آکيرو (گهر) ڇڏي دور دراز علائقن ڏانهن هليا ويندا آهن، پري وڃڻ ۾ ڪنهن بہ قسم جو عار محسوس نہ ڪندا آهن، اهڙي طرح انسان کي بہ اگر تڪليف ڪرڻي ٿي پئي تہ ان کي ڪنهن بہ قسم جو عيب، ملامت، عزت جي گهٽتائي محسوس نہ ڪرڻ گهرجي.

امام اوزاعي، حضرت ابراهيم بن ادهم سان مليو، اهڙي حال ۾ جو سندن جي مٿي تي ڪاٺين جي ڀري رکيل هئي، امام اوزاعي عرض ڪيو تہ ياحضرت ايتري تڪليف ڇو ٿا ڪيو، پاڻ فرمايائون تہ مون ٻُڌو آهي تہ رزق حلال جي طلب ۾ جيڪو تڪليف ۽ مشقت برداشت ڪري ٿو ان جي بدلي ۾ ان شخص کي الله تعالىٰ جنت عطا فرمائيندو. حضرت ابو سليمان داراني فرمائن ٿا تہ عبادت ان شيءِ جو نالو نہ آهي تہ سجدا رڪوع ڪري ۽ ان آسري ۾ هجي تہ ٻيو مون کي ماني کارائيندو بلڪ عبادت جو حق هيءُ آهي تہ ٻهريان ٻن ڏڦڙين جو بندوسبت ڪري ان کان بعد عبادت ڪري تہ ان عبادت ۾ سڪون ۽ اطمينانِ قلب ان کي نصيب ٿيندو. خود انبياءِ عليهم السلام طلب معاش لاءِ مختلف طور طريقا اختيار ڪيا. حضرت آدم عليہ السلام هارپو (زراعت) ڪندا هئا، حضرت ادريس عليہ السلام درزڪو ڪم ڪندا هئا، حضرت هود، حضرت صالح عليهما السلام تجارت ڪندا هئا، حضرت ابراهيم عليہ السلام زراعت ڪندا هئا، حضرت شعيب عليہ السلام جانور پاليندا هئا، حضرت لوط عليہ السلام زراعت ڪندا هئا، حضرت موسىٰ عليہ السلام ٻڪريون چاريندا هئا، حضرت سليمان عليہ السلام بادشاهہ هجڻ جي باوجود پنهنجي

هٿن سان وڄڻا (پڪا) ٺاهي کپائيندا هئا، حضرت عيسيٰ عليہ السلام ڪاٺين جو واپار ڪندا هئا، اسان جا آقا حضور پرنور ﷺ جن تجارت ڪندا هئا، ان سلسلي ۾ پاڻ ڪافي ملڪن جو سفر بہ اختيار ڪيائون، ڪسبِ حلال (حلال ڪمائي) ۽ طلب معاش اهڙو مبارڪ مشغلو آهي جنهن ۾ رب تعاليٰ انبياءِ ڪرام عليهم السلام ۽ عوام کي گڏ ڪيو آهي لهٰذا هي فريضہ ارشاد خدوانديِ بہ سنت مصطفويہ بہ سنت انبياء آهي ان لاءِ ان فريضہ کان ڪنهن بہ صورت ۾ اعراض (منهن موڙڻ) نہ ڪرڻ گهرجي، ان ۾ دنيا جي بہ عزت آهي، آخرت جي بہ ڀلائي آهي، اسلام رهبانيت (دنيا کي ڇڏي ڏيڻ) جو حڪم نہ آهي، نہ گذشتہ دينن ۾ هئو، اگر ڪنهن اختيار ڪيو هئو تہ پنهنجي طرفان انهن ڪيو هو جنهن جي وضاحت قرآن شريف ۾ موجود آهي.

هتي مان پنهنجي مرشد مربي حضرت قبلہ **محبوب سڄڻ سائين** مدظلہ جي ارشادات کي تحرير ڪيان، جيڪي پاڻ ان سلسلي ۾ فرمايائون، تقريبًا هر پروگرام ۾ معتقدين، مريدين کي محنت، ڪوشش۽ تجارت ڪرڻ جو تاڪيد فرمائيندا آهن، حاليہ ۾ جماعت کي پاڻ پنج نڪاتي پروگرام عنايت فرمايواٿن. فرمايائون تہ انهن پنجن شين جو اوهان کي تاڪيد ڪيو وڃي، انهن ۾ سرفهرست تجارت آهي، پاڻ فرمايائون تہ اهوشخص شينهن آهي جيڪو پاڻ ڪمائي محنت ڪري، پاڻ بہ کائي ۽ پنهنجي ٻچڙن کي بہ کارائي، ٻئي کان سوال نہ ڪري، ٻئي جي کيسي تي نظر نہ رکي، (خواہ ان کي ريڙهو ڪڏي هلائڻو پوي) جو تہ شينهن بہ ٻئي کان سوال نہ ڪندو آهي، بلڪ پاڻ شڪار ڪندو آهي، پاڻ بہ کائيندو آهي ۽ ٻين کي بہ کارائيندو آهي. پاڻ فرمايائون تہ جيڪو محل، محلات ۾ وينو هجي ۽ ٻين جي حقن کي غضب ڪرڻ لاءِ سوچيندو رهي. اهو گدڙ آهي، شينهن نہ آهي،فرمايائون تہ پنهنجي پگهر مان خلق خدا جي خدمت ڪيو.الله تعاليٰ کان دعا آهي تہ اسان کي صراطِ مستقيم نصيب فرمائي. (آمين)

ساروڻيون

# سيد محمد جيئل شاهہ جيلاني رحمته الله عليه

محمد طيب شاهہ جيلاني

پلاري ڏينهن 27 رمضان المبارڪ 1366هہ جي رات 14 آگسٽ 1947ع صبح جو خيرپور ۾ هڪ اهڙي ٻارڙي اک کولي، جنهن ملڪ جي ٻنڪيل انسانن کي راهہ راست تي آندو. پير سيد عبدالرحمان شاهہ جي گهر ۾ اک کوليندڙ ان ٻالڪ جو نالو جيئل شاهہ جيلاني رکيو ويو، سندن جي والده انتهائي نيڪ صالح، تهجد گذار عورت هئي، سندن امڙ جو هيءُ معمول هوندو هو جو هوءَ پنهنجي ٻچڙي کي وضو کان بغير کير (ٿج) نہ ڏيندي هئي.

پاڻ شروعاتي تعليم پنهنجي اباڻي ڳوٺ ۾ پنهنجي استاد محمد صالح پناڻ کان حاصل ڪيائون، ناز هاءِ اسڪول خيرپور مان ميٽرڪ جو امتحان پاس ڪيو. جيتوڻيڪ پاڻ روحاني طور انتهائي نيڪ صالح هئا مگر ظاهري شريعت ۽ طريقت سنت جي مطابق شروعاتي روحاني تربيت حاصل ڪرڻ لاءِ ان وقت جي ڪامل مرشد سيد غلام مرتضيٰ شاهہ جيلاني بغدادي رح (گمبٽ) جي بيعت ڪيائون.

پاڻ مختلف سلسلن کان فيض ورتائون، پهريائين الحاج سيد غلام مرتضيٰ شاهہ جيلاني بغدادي (گمبٽ) کان قادري سلسلي جو، جنهن بعد قبلہ الله بخش عباسي المعروف سهڻا سائين عليہ الرحمة، بعد ۾ حضرت قبلہ سجڻ سائين کان نقشبندي سلسلي، صاحبزاده محمد متين،گادي نشين درگاهہ اجميرشريف کان چشتي سلسلي، غوث بهاؤالدين زڪريا ملتاني کان سهروردي سلسلي جو فيض حاصل ڪيائون، جڏهن تہ جزولي، شاذلي، جنيدي، جعفري ۽ قلندري سلسلي جو پڻ فيض حاصل ڪيائون. سندن کي هميشہ تبليغ جو حرص هوندو هو، پاڻ ملڪ توڙي ٻاهرين ملڪن ۾ تبليغ جي سلسلي ۾ ويا، بغداد شريف،

موصل، شام، مصر، ايران، اردن، سعودي عرب، هندوستان ۽ ٻين ملڪن ۾ وچي دين اسلام جي خدمت لاءِ عوام الناس تائين الله ۽ ان جي رسول ﷺ جو آفاقي پيغام پهچاياءون.

حسين چهرو، بااخلاق، هڏڏوڪي انسان، انتهائي همدرديءَ وارو جذبو رکندڙ، هميشه ٻين جي مدد ڪندڙ سيد جيئل شاهه جهڙو هن ڌرتي تي ورلي ڪو ٿي سگهي ٿو. هر دلعزيز، مهمان نواز، ڪشاده دل جا مالڪ، روحاني بزرگ، انتهائي شفيق ۽ هربان هئا. ڪڏهن به وڏائي محسوس نه ڪياءون، سندن آستاني تي مختلف مسئلن، بيمارين لاءِ شفا واسطي ماڻهن جا انبوهه گڏ ٿيندا هئا، پاڻ گرمي، سردي ۾ طبعيت جي پرواهه نه ڪندي جماعت جي هر وقت خدمت ڪندا رهندا هئا. سندن درگاهه تي نه رڳو فقيرن جو وڏو انگ ايندو هو، پر ڪيترائي اهڙا اڻ واسطيدار ماڻهو ايندا هئا، جيڪي پنهنجي مسئلن جي چار ۾ جڪڙيل هوندا هئا، ڪي بيمارين ۾ پريشان هئا ته ڪي وري غريبي ۽ مسڪيني ۾ مبتلا هوندا هئا، ته ڪي وري مدد لاءِ سائين جن ڪي عرض ڪندا هئا. پاڻ پنهنجي حيثيت ۽ حال آهر هر ماڻهوءَ جي مدد ڪندا هئا، جيڪڏهن ڪو غريب مسڪيني حال ۾ سندن ڪان مدد طلب ڪندو هو ته پاڻ پنهنجي ڪيسي مان جو ڪجهه به هوندو هئن، ان ڪي ڏئي ڇڏيندا هئا. پاڻ هميشه محبت جو درس ڏيندا هئا. جماعت ۾ پاڻ سڀ ڪان وڌيڪ محبت مون سان (راقم الحروف) سان ڪندا هئا. پاڻ شريعت محمدي جي مڪمل پاسداري ڪندا هئا ۽ ٻين ڪي شريعت تي عمل ڪرڻ جو تاڪيد ڪندا هئا، درگاهه تي اڪثر اهو چوندا هئا ته نماز پڙهو ۽ شريعت تي عمل ڪريو جي نه ته پوءِ هتي نه رهو. اهو ئي سبب آهي جو پاڻ ڪڏهن به جماعت سان نماز قضا نه ڪياءون، بيماري ۽ تڪليف جي صورت ۾ به پاڻ نماز جماعت سان ادا ڪندا هئا، حج، عمري جا اخراجات پنهنجي زمين جي آمدني تي ادا

فرمايائون. پاڻ زمين جي اپت ۽ ڪمائي جو خرچ فقيرن ۽ غريبن جي مدد تي خرچ ڪندا هئا. سندن ڪي دين جي تبليغ جو بيحد حرص هوندو هو، پاڻ اڪثر علائقن ۾ وڃي تبليغ ڪندا هئا، مختلف علائقن ۾ ديني مرڪزن جو قيام عمل ۾ آندائون، الله تعاليٰ جي طرفان سائين جن پاران گهريل دعا ڪڏهن به رد نه ٿي، ڪنهن جي حق ۾ دعا گهرندا هئا ته اها قبول ٿي ويندي هئي.

سندن جو خانداني سلسلو پيران پير دستگير سيدنا عبدالقادر جيلاني رضي الله عنه سان ملي ٿو. بغداد شريف مان منهنجي مرشد سڳوري جو ڏاڏو سيد گل محمد شاهه جيلاني بغدادي ڪماني رحمة الله عليه بغداد شريف مان سنڌ ۾ آيو. سندن جي نالي سان منسوب ڪنڊيارو تعلقي جي ٽنڊو گل شاهه جو شهر اڄ به مشهور آهي جتي سندن جي مزار مبارڪ پڻ آهي. سيد جيئل شاهه به شاديون ڪيون، پهرين گهرواريءَ مان ڪيس هڪ نياڻي جو اولاد ٿيو جيڪا وفات ڪري وئي، جنهن تي سندس امڙ سڳوري پاران ٻي شادي جي حڪم بعد پاڻ ٻي شادي ڪئي، جنهن مان ڪين چئن فرزندن ۽ چئن نياڻين جو اولاد عطا ٿيو، جن ۾ سيد عبدالرحمان شاهه جيلاني، عبدالرحيم شاهه، سيد محمد طيب شاهه ۽ سيد محمد طاهر شاهه جيلاني شامل آهن. پاڻ ٿي دفعا پلي پار وڃي حج جي سعادت حاصل ڪيائون. جڏهن ته سندن ڪي 1974ع کان وٺي سال 2015ع تائين هر سال عمري جي سعادت نصيب ٿيندي هئي. اندازًا پاڻ چاليهارو سفر عمري جا ڪيائون.

**روزانو جو معمول:**

پاڻ روزانو رات جو 3 وڳي تهجد نماز لاءِ اٿندا هئا، پوءِ ذڪر مراقبي ۾ مشغول ٿي ويندا هئا، اذان کان ڪجهه وقت اڳ ۾ مون کي ننڊ مان اٿاري چوندا هئا ته پٽ تهجد پڙهه، اذان کانپوءِ فجر جي نماز ادا ڪندا هئا، جنهن بعد حلقو مراقبو ڪرائيندا هئا، وري نماز اشراق به مسجد ۾ ئي ادا ڪري پوءِ دربار تي ايندا هئا،

جتي پري پري کان ايندڙ خلق خدا جي خدمت ۾ جنبي ويندا هئا. ڪو پريشان آهي ان جي حل لاءِ دعا فرمائيندا هئا، ڪو سوالي آهي، ان جي مدد ڪندا هئا، اهڙي ريت اهو سلسلو ٻپهري نماز تائين جاري رهندو هو، نماز لاءِ وضو ۽ گهر ۾ مانجهاندي جي ماني کائڻ بعد ٻپهري جي نماز جماعت سان مسجد ۾ ادا ڪندا هئا، وري ٻاهران ايندڙ جماعت سان ويهندا هئا، جنهن ڪانپوءِ ٽپهري جي نماز مسجد ۾ ادا ڪرڻ بعد ختم خواجگان نقشبنديه پڙهندا هئا، سج لٿي جي نماز مسجد ۾ ادا ڪرڻ بعد رات جي ماني ۽ عشاءِ جي نماز جي وضوءَ لاءِ گهر ايندا هئا، جماعت سان نماز جي ادائيگي بعد رات جو 11، 12 وڳي تائين جماعت سان ويهندا هئا ۽ اتي ذڪر فڪر جون ڳالهيون بيان ڪندا هئا، ڪجهه وقت آرام ڪندا هئا ۽ ڏينهن جو دلائل الخيرات ۽ ٻيا ورد وظيفا ڪثرت سان پڙهندا هئا.

11 آگسٽ 2015ع بمطابق 25 شوال 1436هه تي سندن جي طبعيت جي ناسازي جي ڪري ڪين اسپتال ڪٺائي وياسين، جتي ڊاڪٽرن آپريشن، اي سي جي وغيره چيڪ ڪئي، ڊاڪٽرَ اهو ڏسي اچرج ۾ پئجي ويا ته سائين جيئل شاهه بادشاهه جن جي دل هلي رهي آهي، پر نبض نه پئي هلي، ڊاڪٽرن چيو ته اسين شاڪ ڏيون، پر پوءِ به دل هلي رهي آهي، ڊاڪٽرن جي زبان تي سبحان الله جو ورد شروع ٿي ويو ۽ انهن چيو ته واقعي الله وارن جي دل ڪڏهن به ناهي مرندي، وفات ٿي چڪي آهي پر سندن دل زنده آهي. الله جا نيڪ ٻانها رڳو پنهنجي جاءِ مٽائيندا آهن پر هو زنده آهن، سندن جسدخاڪي کي ايمبولينس ذريعي ڪوئيٽا کان درگاهه شهباز پور آندو ويو. جتي آرامي آهن.الله تعاليٰ کان دعا آهي ته سندن جو ظاهري ۽ باطني فيض قيامت تائين جاري ۽ ساري رکي سندن جي فيض مان اسان به فيضياب ٿيون. سندن جي درجات کي بلند فرمائي. سندن اهل و عيال،خاندان، جماعت هميشه خوش، شاد ۽ آباد رهن.

# مسلم نوجوانن لاءِ دعوتِ فڪر و عمل

**مولانا محمد حسن اوٺو طاهري**

**جن ڪي دور درد جو سي سبق سور پڙهن،**
**فڪر ڦرهي هٿ ۾، ماٺ مطالع ڪن،**
**پنو سو پڙهن، جنهن ۾ پسڻ پريئن جو.**

**تواريخ** جي ورقن پڙهڻ مان معلوم ٿو ٿئي ته نبي اڪرم ﷺ جن جا ابتدائي ساٿي نوجوان هئا، هڪ سندن ڪان ٻه سال عمر ۾ وڏو ۽ باقي سڀ سندن ڪان ڄمار ۾ ننڍا هئا. جيڪي اسلام تي سچائيءَ سان ثابت قدم رهيا ۽ رسولِ اڪرم ﷺ جن جو ساٿ ڏئي اهڙو عظيم انقلاب آندائون جو صدين تائين قائم رهيو، اڄ به آهي ۽ انشاءَ الله تاقيامت ان جو اثر قائم رهندو. اچو ته حضور اڪرم ﷺ جن جي نوجوان ساٿين تي نظر ڪريون، جن حبيبِ خدا ﷺ جن جي دل و جان سان اطاعت ڪئي ۽ سدائين سندن جي تعليمات تي عمل پيرا رهيا.

پهريون نوجوان جنهن سڀ ڪان اول اسلام قبول ڪيو سي **حضرت علي ڪرم الله** وجهه هئا، جن نبي اڪرم ﷺ جن جي دعوت تي بنادير ڪلمه شهادت پڙهي غلامانِ مصطفيٰ ﷺ ۾ شامل ٿيا. جيڪي اڳتي هلي فاتح خيبر ٿيا ۽ اسدالله (شيرخدا) جو لقب حاصل ڪيائون. وڏن وڏن ڪافر پهلوانن کي شڪستون ڏنائون، اگر اسين سندن پاڪيزه خيالن، اطاعت ۽ محبتِ مصطفيٰ ﷺ جي ڀيٽ اڄ جي مسلم نوجوان سان ڪنداسين ته زمين و آسمان جو فرق نظر ايندو. ننڍپڻ ڪان ئي نبي اڪرم ﷺ جن جي سنتن تي عمل ڪيائون ۽ هميشه انهن کي ياد رکيائون.

پاڻ اميرالمؤمنين هئا، صحابه ڪرام سان گڏ سندن جو گذر هڪ وادي ڪان ٿيو. رستي ۾ وڏو وڻ هيو، مگر ان جي

هينيان پاڻ سڳورا نِوڙي لنگهيا، صحابہ ڪرام جي اسرار ۽ پڇڻ تي فرمايائون تہ هڪ دفعي هن واديءَ ڪان حضور اڪرم ﷺ جن سان نٺدي چمار ۾ گڏ گذريو هئس، ان وقت اهو وڻ ننڍو هيو ۽ پاڻ ڪريم ﷺ ان جي هينيان نِوڙي لنگهيا هئا، ان ڪري مون اڄ سندن جي اها سنت ادا ڪئي آهي. افسوس! اڄ جو نوجوان غيرن جي ادائن کي ادا ڪرڻ ۾ تہ دير ئي نہ ٿو ڪري پر نبي اڪرم ﷺ جي سنتن کي اپنائڻ ۾ عار محسوس ٿو ڪري مگر غيرن جي وضع قطع، اطوار ۽ عادتن کي اپنائڻ ۾ فخر محسوس ٿو ڪري. آسانيءَ سان شيطاني ڪمن ۾ لڳي ٿو وڃي. حضرت ابن عمر رضي الله تعالىٰ عنه، حضور اڪرم ﷺ جن جي قدمن مبارڪن جا نشان واٽن تي ڳولي انهن واٽن ۽ رستن تي هلڻ جي ڪوشش ڪندو هو. اڄ جو نوجوان تہ فرضن کي بہ وساري وينو آهي. موجوده دؤر جو ملتِ اسلاميہ جو نوجوان نظرياتي طرح نہ بلڪ عملي طرح حضور اڪرم ﷺ جن جو مخالف نظر اچي ٿو. جيڪڏهن پاڻ ڪريمن ﷺ جن ويهي ڪائڻ پيئڻ جو حڪم فرمايو آهي مگر موجوده دؤر جو مسلم نوجوان بيهي ڪائڻ پيئڻ ۽ غيرن جي تعليم ۾ فخر محسوس ڪري ٿو.

اسلامي تواريخ جي ورقن تي نظر وجهڻ سان معلوم ٿئي ٿو تہ ماضي جو مسلم نوجوان جذبہ جهاد سان سرشار هو. ڪيس هر شيءِ ڪان وڌيڪ پيار ۽ محبت اسلام ۽ اسلام آڻڻ واري سان هئي. هو هميشہ دشمنِ اسلام کي ختم ڪرڻ لاءِ بيتاب رهندو هو. اهڙن مسلم نوجوانن مان ٻن ڀائرن **معوذ و معاذ** جا نالا قابلِ ذڪر آهن. حضرت عبدالرحمٰن بن عوف رضي الله عنہ فرمائن ٿا تہ يومِ بدر جي موقعي تي جڏهن تيرن جي بارش ۽ رتوڇاڻ ٿي رهي هئي مٽيان ٻئي نوجوان مون کي چوڻ لڳا تہ “چاچا! ٻڌايو تہ ابوجهل دشمنِ رسول الله ﷺ ڪٿي آهي؟ اسان کي معلوم ٿيو

آهي تہ هو اسان جي نبي سڳوري ﷺ کي ايذائيندو رهندو آهي؟“
حضرت عبدالرحمٰن سندن جي قابلِ ديد جذبہ جهاد کي ڏسي کين ابوجهل جو ڏس ڏنو تہ هو بجلي جيان اڳتي وڌي ابوجهل تي ڪڙڪيا. هڪ ڀاءُ گهوڙي جي ٽنگن تي وارُ ڪيو، دشمنِ خدا هيٺ ڪِريو ۽ ٻئي ڀاءُ ان کي جهنم رسيد ڪيو.

ماضيءَ جا مسلم نوجوان جذبہ جهاد ۽ عشق مصطفيٰ ﷺ سان سرشار هئا. صبر ۽ استقامت جا پيڪر هئا. پنهنجي وڏڙن تائين اسلام پهچائڻ ۽ دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ تائين اسلام کي رسائڻ جي ڪوشش ڪندي دشت و دريائن ۾ بہ پنهنجا گهوڙا ڊوڙايا. مسلمانن جي سپهہ سالار عقبہ بن نافع آفريقا جو علائقو فتح ڪيو تانتہ خشڪي ختم ٿي ويئي. ٻئي طرف اسپين ۾ نوجوان سپهہ سالار طارق بن زياد مُٺ جيترن مجاهدن سان لکن جي لشڪر کي شڪست ڏئي تاريخ رقم ڪئي.

ٽئين پاسي 19 سالہ نوجوان محمد بن قاسم ان وقت سنڌ فتح ڪئي. جڏهن اُتي جهالت عروج تي پهتل هئي. سنڌ کي امن، آشتي، سلامتي وارو مذهب مليو ۽ ڪيس باب الاسلام جو شرف حاصل ٿيو. محمد بن قاسم پنهنجي حسنِ اخلاق ۽ ڪردار سان ماڻهن جون دليون موهي وڌيون. سنڌ جو نقشو بدلي واپس وڃڻ لڳو تہ لکين اکيون اشڪبار ٿيون، مقامي ماڻهن ڪيس روڪڻ جي ڪافي ڪوشش ڪئي اهڙا نوجوان ئي مسلمان سڏائڻ جا حقدار هئا، جيڪي اخلاق و ڪردار ۾ معرڪہ تيغ و تلوار ۾، محبت و اطاعت احمد مختار ﷺ ۾ سڀ کان سرس و سوايا هئا، پر اڄ جو نوجوان ان جي ابتڙ آهي.وڏڙن جون اهي اکيون جيڪي سندن جوانيءَ ۾ ڳوڙها ڳاڙينديون هيون، اُهي اڄ مسلم نوجوانن جي ڪِريل ڪردار ۽ اخلاق، مذهبي ۽ معاشي حالتِ زار کي ڏسي روئن ٿيون.

*(هلندڙ)*

# * * سُمهڻ کان اڳ ۾.... * *

حضور اڪرم ﷺ جن حضرت علي ڪرم الله وجهه جن کي فرمايو ته اي علي (ڪرم الله وجهه) پنج ڪم ڪري رات جو پوءِ سمهندو ڪر.

1: چار هزار دينار صدقو ڪري پوءِ سمهندو ڪر

2: هڪ قرآن پاڪ جو ختم پڙهي پوءِ سمهندو ڪر

3: جنت جي قيمت ادا ڪري سمهندو ڪر

4: هڪ حج ڪري سمهندو ڪر.

حضرت علي رضي الله عنه عرض ڪيو يارسول الله ايترا ڪم آئون ايتري ٿوري وقت ۾ ڪيئن ڪري سگهندس.

حضور اڪرم ﷺ جن فرمايو:

1: چار دفعا سورة الفاتحه پڙهي سمهندو ڪر ان جو ثواب چار هزار دينار صدقه ڪرڻ جي برابر آهي.

2: ٽي دفعا قل هو الله احد پڙهي سمهندو ڪر، ان جو ثواب قرآن شريف جي هڪ ختم شريف برابر آهي.

3: ٽي دفعا درود شريف پڙهي سمهندو ڪر ان جو ثواب جنت جي قيمت ادا ڪرڻ جي برابر آهي.

4: ڏهه دفعا استغفار پڙهي سمهندو ڪر، ان جو ثواب ٻن (وڙهيلن) ۾ صلح ڪرائڻ جي برابر آهي.

5: چار دفعا ٽيون ڪلمو پڙهي سمهندو ڪر ان جو ثواب هڪ حج جي برابر آهي.

جنهن تي حضرت علي ڪرم الله وجه جن عرض ڪيو ته يارسول الله آئنده اهي سڀ ڪم ڪري پوءِ سمهندس.

*موڪليندڙ: عتيق الرحمان رتڙ/ ڪهڙا ڳمبٽ*

# شگر جي بيماري، ان جا سبب ۽ علاج

## ڊاڪٽر وجهہ الدين ميمڻ

**اوهان** کي ان بابت چڱيءَ طرح ڄاڻ هوندي تہ اڄ ڪلهہ شگر جي بيماري تمام گهڻي عام ٿيندي پئي وڃي. دنياوي لحاظ کان تمام گهڻو ترقي يافتہ ملڪ آمريڪا ۾ بہ شگر جي مريضن جو تعداد هڪ تحقيق مطابق 25 ملين کان مٿي آهي. شگر جو مخصوص مقدار جسم اندر موجود هئڻ لازمي آهي انسان ڪي هلائڻ ، چلائڻ، ڪم ڪار، دماغ جو ڪم ڪرڻ ، دل ڪي توانائي پهچائڻ ، جسم ۾ مشڪون ۽ ماس کان ڪم وٺڻ، اکين جي بينائي کي قائم دائم رکڻ لاءِ جسم ۾ شگر جو مخصوص مقدار هجڻ ضروري آهي.

عام طور تي هر انسان جي جسم ۾ نيرانو شگر جو مقدار 80mg کان 100mgتائين هئڻ گهرجي ۽ ماني کائڻ جي ٻن ڪلاڪن کانپوءِ شگر يعني مناڻ جو مقدار 120mg کان 180mg تائين هئڻ گهرجي، پر خدانخواستہ جسم ۾ ان وقت دوران رت ۾ گهربل مقدار کان گهٽ يا وڌيڪ مقدار هوندو تہ اهو جسم لاءِ ناقابل برداشت ۽ تڪليف جو باعث بڻجي سگهي ٿو. جسم ۾ شگر جو مقدار گهربل مقدار کان گهٽ هجڻ وڌيڪ خطرناڪ ٿي سگهي ٿو، بنسبت وڌيڪ مقدار جي, ڇاڪاڻ تہ گهٽ مقدار وارو ماڻهو اوچتو بيهوش ٿي سگهي ٿو. جيئن ڪنهن ڪارخاني جي Main Supply بند ٿي وڃي تہ جا شيءِ جتي هوندي اها اتي ئي بيهجي ويندي اهڙي طرح گهٽ Low Sugar جو مريض بہ ائين ئي ٿي ويندو آهي پوءِ جڏهن ان کي انسولين ذريعي ڪجهہ شگر ۽ گلوڪوز ڏنو ويندو آهي تہ جلدي هوش ۾ اچي ويندو آهي ۽ ائين ئي چوندو آهي تہ مون کي ڇاٿيو آهي، اوهان ڇو گڏ ٿيا آهيو. آءُ ڪٿي آهيان مطلب تہ ان جا هوش حواس جلد بحال ٿي ويندا آهن.

پر ان جي بنسبت هاڻ شگر جي بيماري انسان کي سڄي عمر لاءِ لوڙائيندي آهي.

شگر جي بيماريءَ کي عام لفظن ۾ ذيابيطس جي بيماري ۽ ميڊيڪل سائنس ۾ Diabetes Mellitus چيو ويندو آهي. شگر جي بيماري بذات خود هڪ ڏسندڙ وائسجندڙ بيماري يا سڌو سنئون تڪليف يا سور پهچائيندڙ بيماري ته نه آهي پر ٻين خطرناڪ بيمارين جي جڙ ضرور آهي.

هن بيماريءَ جي خبر تڏهن پوندي آهي جڏهن ٻين بيمارين يا علامتن جي علاج ڪرائڻ واسطي ليبارٽرين مان ٽيسٽون ڪرايون وينديون آهن ۽ انهن ٽيسٽن ذريعي ئي شروعاتي ڄاڻ پوندي آهي مثال طور Urine Test جنهن ۾ پيشاب ذريعي شگر جي خارج ٿيڻ جي خبر پوندي آهي يا خون ۾ شگر جو تعداد معلوم ڪرايو ويندو آهي يعني Blood Sugar Test ٿيندي آهي. يا ڪوبه آپريشن ڪرڻ کان اڳ ۾ ڊاڪٽر تسلي ڪندا آهن ته متان شگر هئڻ ڪري آپريشن واري زخم نه ڇٽڻ جو انديشو هجي ۽ آپريشن خراب ٿي وڃي. يا شگر وڌيڪ هئڻ سبب ان جي Complication جي ڪري اچانڪ ڪنهن خطرناڪ بيماريءَ جون نشانيون ظاهر ٿيڻ لڳنديون آهن بعد ۾ Blood Sugar ڪرائڻ سان اصل مريض شگر جو معلوم ٿيندو آهي.

جيڪڏهن رت ۾ شگر ليول نيرانو 120 mg کان مٿي اچي يا ماني‌ءَ کائڻ جي 2 ڪلاڪن بعد 180 mg کان مٿي اچي ته اهڙي مريض کي شگر جو شروعاتي مريض چئي سگهجي ٿو پر في الحال ان کي ڪابه دوا وغيره نه ڏني ويندي آهي جيستائين مسلسل ٽن ڏينهن تائين ان جي ٽيسٽ نه ڪرائي وڃي. اگر مسلسل عام غذائيت کائڻ سان ان جي شگر ليول وڌيل رهي ته پوءِ ان جي علاج جي طريقن تي غور ويچار ڪري سگهبو. فقط پيشاب ۾ شگر ظاهر ٿيڻ جي بنياد تي ڪنهن ماڻهوءَ کي شگر جو مريض قرار نه ٿو ڏئي سگهجي ڇاڪاڻ ته پيشاب ۾ ڪن ٻين سببن جي ڪري به شگر خارج ٿي سگهي ٿي يا گڙدي مان موجود گهربل مقدار واري شگر به ڪراس ڪري ويندي جنهن سان شگر

جا جزا بہ ڪراس ڪري اچي سگهن ٿا ۽ پيشاب ۾ شگر ظاهر ٿيندي آهي.

**شگر جي بيماريءَ جون شروعاتي نشانيون:**

1: شگر جي مريض کي بار بار پيشاب جي حاجت ٿيندي آهي خاص طور تي رات جو هر هر پيشاب لاءِ اٿڻو پوندو آهي هونئن تہ 50 سالن کان مٿي ڄمار واري شخص کي غدودن يعني Prostate جي وڌڻ سبب بہ رات جو پيشاب جي بار بار حاجت محسوس ٿيندي آهي ان ۾ پيشاب جي روڪ ٿيندي آهي ۽ پيشاب جو مقدار ايترو گهڻو نہ هوندو آهي ۽ تڪڙي حاجت ٿيندي آهي ۽ پيشاب وهي وڃڻ محسوس ٿيندو آهي. پر شگر واري مريض لاءِ ائين نہ هوندو آهي فقط پيشاب بار بار ۽ گهڻو ايندو آهي نتيجي طور اڃ بہ زياده لڳندي آهي. هر هر ۽ گهڻو پيشاب اچڻ جي صورت ۾ پيشاب ذريعي گلوڪوز جو مقدار خارج ٿيندو رهندو آهي ۽ ان سان گڏ جسم مان ضرورت وارا نمڪيات پاڻي ۽ ٻيا ضروري جزا پڻ خارج ۽ ضايع ٿيندا رهندا آهن جنهن سبب جسم ۾ ڪمزوري،وزن ۾ هلڪڙائپ ۽ ڪمي،ماس جو ڳرڻ ، چڪر ۽ اکين اڳيان انڌاري محسوس ٿيندي آهي ۽ گهڻو ٻيهڻ جي صلاحيت بہ گهٽجي ويندي آهي.

2: ٿڪاوٽ: جڏهن جسم مان نمڪياتي جزا پيشاب ذريعي خارج ٿيندا رهندا تہ جسم جي متحرڪ رهڻ وارو عمل آهستي آهستي گهٽجندو رهندو ۽ ڪو بہ ڪم ڪرڻ لاءِ دل نہ ورندي ۽ ماڻهو هڪ هنڌ پئجي رهڻ کي پنهنجي لاءِ بهتر سمجهندو آهي.

3: ذيا بيطس جي مريض کي بک تمام گهڻي لڳندي آهي. ڇا ڪاڻ تہ سندس جسم مان پيشاب ذريعي گلوڪوز جو اخراج ٿيندو رهندو آهي .جنهن سبب بہ بک گهڻي لڳي سگهي ٿي.

4: ڪڏهن ڪڏهن ڪپڙن تي اڇا داغ پڻ ڏسڻ ۾ ايندا آهن

5: مرد ۽ عورت جي مخصوص عضون تي خارش محسوس ٿيندي آهي جيڪا پيشاب ذريعي مناڻ جي خارج ٿيڻ سبب ٿيندي آهي.

6: مرداني قوت تي گهٽتائي وارا اثرات محسوس ٿيڻ لڳندا آهن.

7: ذيابيطس جي ڪري اکين جي بينائي پڻ متاثر ٿيڻ لڳندي آهي.

8: ٽنگن جي ساڻائي ۽ ٻي ستائي خاص ڪري چمڙيءَ جي محسوسات ختم ٿيندي رهندي آهي.

**شگر جي بيمارين جا قسم ۽ اسباب:**

جيئن اڳ ۾ ٻڌائي آيا آهيون ته هڪ خاص مقدار انسان جي جسم ۾ هئڻ تمام ضروري آهي پر ڪڏهن ڪڏهن زياده کائڻ پيئڻ سبب رت ۾ شگر جو مقدار ڳهربل مقدار کان وڌي ويندو آهي ته ان کي ڪنٽرول ڪرڻ لاءِ جسم ۾ موجود هڪ غدود جنهن کي سنڌي ٻولي ۾ لبلبو چئبو آهي ۽ ميڊيڪل سائنس ۾ Pancrease چيو ويندو آهي اهو پنهنجو ڪم شروع ڪندو آهي ۽ ان مان هڪ رطوبت Insulin خارج ٿيندي آهي جيڪا جسم ۾ موجود شگر جي وڌيل مقدار کي ڪنٽرول ڪندي آهي.

جڏهن لبلبو ڪنهن سبب ڪري يا لبلبي جي بيماريءَ سبب ڪم ڪرڻ ڇڏي ڏيندو آهي يا ڪم گهٽ ڪندو آهي ته ان صورت ۾ Insulin واري رطوبت نهڻ گهٽ ٿي ويندي آهي نتيجي طور جسم ۾ شگر جي وڌيل مقدار کي ڪنٽرول ڪرڻ وارو عمل رڪجي ويندو آهي ۽ رت ۾ شگر ليول ضرورت کان زياده گڏ ٿيڻ شروع ٿي ويندي آهي.اهڙي قسم جي شگر جي بيماريءَ کي I.D.D.M چيو ويندو آهي انسولين سان لاڳاپيل ذيابيطس چيو ويندو آهي.

هن قسم جي شگر تمام خطرناڪ ٿي سگهي ٿي هن قسم جي بيماري گهڻو ڪري 40 سالن کان گهٽ عمر وارن کي ٿي سگهي ٿي. اها بيماري اچانڪ ۽ هنگامي بنيادن تي ظاهر ٿيندي آهي ۽ ان جو علاج پڻ هنگامي بنيادن تي ڪيو ويندو آهي ان ۾ ٿوري به سستي ڪرڻ سان زندگيءَ لاءِ موتمار بڻجي سگهي ٿي. ان بيماريءَ جي سبب جسم جي ٻين Systems يعني دل ، دماغ ،گڙدا، اکيون ۽ چمڙيءَ جون خطرناڪ بيماريون پيدا ٿيڻ جو انديشو تمام گهڻوهوندو آهي

ان بيماريءَ جو علاج فقط ۽ فقط INSULINجي سئي ئي آهي جيڪا سڄي عمر لاءِ هلندي رهندي آهي ۽ ان کي بنا ڪنهن سستيءَ جي ڳهربل مقدار مطابق لڳائبي رهبي آهي.

## N.I.D.D.Mبغير انسولين جي تعلق واري ذيا بيطس

هن قسم جي ذيا بيطس ۾ انسولين جو ڪو خاص ڪردار نہ هوندو آهي هيءَ بيماري گهڻو ڪري وچين ڄمار ڪان پوءِ شروع ٿيندي آهي يعني 40,50 سالن ڪان بعد ۾ ٿيندي آهي. هي بيماري گهڻو ڪري ٿلهن ماڻهن ۾ گهڻي ٿيندي آهي. هن قسم جي ذيا بيطس جي مريضن ۾ جيري ذريعي نهندڙ شگر جو مقدار وڌندو رهندو آهي يا وري جسم ۾ انسولين جي طاقت گهٽائڻ وارا جزا پيدا ٿيڻ سبب شگر Neutralize نہ ٿي سگهندي آهي ۽ رت ۾ مناڻ جو مقدار وڌي ويندو آهي. يا جسم اندر موجود مناڻ جي گهٽ استعمال ٿيڻ سبب بہ مناڻ جو مقدار وڌي ويندو آهي مثال طور ورزش نہ ڪرڻ ، پنڌ نہ ڪرڻ، دماغي ڪم گهٽ ڪرڻ بہ ان جا سبب ٿي سگهن ٿا.

هن قسم جي بيماريءَ جي خبر Routine Test يا اچانڪ پيشاب ٽيسٽ ڪرائڻ بعد ئي پوندي آهي. هن قسم جي ذيا بيطس کي غذايت تي ڪنٽرول ڪرڻ سان روڪي سگهجي ٿو. ماڻهو کي متوازن غذا، گهٽ Calories واري غذااستعمال ڪرڻ گهرجي.

## شگر جي مريضن لاءِ غذا

آمريڪن ذيا بيطس ايسوسئيشن مطابق Calaris 45-65%روزانہ غذائي ضرورتن ۾ ڪاربو هائڊريٽس/نشاستي سان پوريون ٿين ٿيون. 25-35% Calaries سٽيي غذا مان پوريون ٿين ٿيون

10-35% Calaries پروٽين مان پوريون ٿين ٿيون. N.I.D.D.M واري مريضن کي پنهنجي خوراڪ نشاستي واري خوراڪ کي گهٽائڻ گهرجي ۽ پنهنجي گهربل Calories جو مقدار ڪوليسٽرول فري Saturated oil يعني olive oil ذريعي ڪرڻ گهرجي. I.D.D.M واري مريضن کي پنهنجي انسولين نشاستي واري خوراڪ مطابق لڳائڻ گهرجي ۽ هاءِپروٽين واري غذا ڪان پرهيز ڪرڻ گهرجي ڇاڪاڻ تہ ان سان گڙداجلد خراب ٿيڻ جا انديشا گهٽا ٿي سگهن ٿا.

## شگر واري مريضن کي پنهنجي علاج دوران ٽن ڳالهين جو ڌيان ذهن ۾ رکڻ گهرجي

1: علاج دوران شگر جون علامتون گهٽ ٿيڻ گهرجن.

2: علاج دوران جسم مان يا رت مان شگر جو مقدار حد کان زياده گھٽجي نہ وڃڻ گھرجي پر ايترو ٿئي جو رت ۾ شگر ليول وڌيک نہ ھجڻ گھرجي ۽ شگر جو پيشاب ذريعي اخراج بند ٿي وڃي
3: پنھنجو وزن ڪنھن حد تائين نارمل تي اچڻ جي ڪوشش ڪرڻ گھرجي
شگر واري مريضن جو علاج ٽن طريقن سان ڪري سگھجي ٿو.
علاج کان اڳ ۾ شگر جي مريضن کي پنھنجي بيماري، ڪنٽرول نہ ڪرڻ جي صورت ۾ خطرات ، شگر ليول گھٽ ٿيڻ جا اثرات ۽ ڪنٽرول متعلق مڪمل ڄاڻ حاصل ڪرڻ گھرجي

**علاج جا ٽي طريقا:**

غذايت تي ڪنٽرول ذريعي علاج، غذايت تي ڪنٽرول ۽ وات ذريعي کائڻ واريون دوائون. غذايت تي ڪنٽرول ۽ انسولين ذريعي علاج. 60% شگر جا مريض غزائيت تي ڪنٽرول سان نارمل زندگي گذارڻ جي قابل بنجي سگھن ٿا.
20% مريض غذائيت۽وات ذريعي دوائن سان علاج لائق ھوندا آھن
20% مريض غذايت ۽ انسولين سئي ذريعي قابل علاج ھوندا آھن
شگر وارن مريضن کي خوراڪ تي ڪنٽرول ڪرڻ لاءِ پنھنجو Diet chart ضرور استعمال ڪرڻ گھرجي جنھن ۾ ھر قسم جي خوراڪ ۽ غذائي ضرورتن جو اندازو ڪرڻ گھرجي جنھن ۾ پروٽين ، ڪاربو ھائڊريٽس ۽ سٽھ جو مخصوص مقدار شامل ھئڻ گھرجي.ڪاڏو ھميشہ غذائيت وارن جزن سان ڀرپورھجڻ گھرجي.ڪاڏو ھميشہ وقت تي ڪائڻ گھرجي خوراڪ جو تعلق روزانہ ڪم ڪار، عمر، وزن، ڏنڏي ۽ آمدنيءَ جي ذريعن مطابق مقرر ڪرڻ گھرجي.

**روزانو غذايت ھيٺين طرح ھئڻ گھرجي:**

**1: ٿلھو ۽ وچين عمر واري مريض لاءِ 1000/1600 Kcal روزانو**

**2: وڏي عمر وارو پر وزن ۾ پورو پنو 1400/1800 Kcal روزانو**

**3: نوجوان مريض 1800/3000 kcal روزانو: جنھن ۾ پروٽين 10/35% 15% سٽھ 25/35% 30% ۽ڪاربوھائڊريٽ 45/65% 55% ھئڻ گھرجي.**

# اسلامي شاعري جي شرعي حيثيت

پهرين قسط

## "عاجز" رحمت الله لاشاري طاهري

سهڻي سنڌ ڌرتي، تمام وسيع ايراضيءَ تي مشتمل هڪ اهلِ علم ۽ تهذيب يافته ماڻهن جي وسندي رهي آهي جنهن جون حدون ولين جي شهر ملتان تائين ۽ بلوچستان صوبي جي مشهور ماڳ ڪيچ مڪران تائين چون ٿا. ان پاڳن پيري پيونءَ تي ڪوڙ سارا عالم، عارف، صوفي، سالڪ، درويش، مجذوب آيا ۽ ايندا رهن ٿا، جن هر قوم، قبيلي ۾ رهي ڪري انهن سان سندن ٻوليءَ ۾ عشق ۽ عقيدت جو اظهار ڪندي ديني توڙي دنياوي معاملن ۾ رهنمائي ڪئي.

سرزمين سنڌ ۾ صدين کان الله وارن دين اسلام جي تبليغ ڪئي آهي ۽ هر هڪ مُبلغ قرآن پاڪ جي آيتن، حديث پاڪ جي عبارتن سان گڏ مداحيه، ناصحانه، عارفانه، عاشقانه شعرن/ بيتن کي پڻ پنهنجي تبليغ/ تقرير ۾ شامل رکيو آهي، پوءِ اهو شعر عربي هجي، فارسي هجي، سنڌي هجي، سرائڪي هجي يا ڪنهن ٻي ٻوليءَ ۾ هجي، اصل ۾ ان جي پيغام کي ئي خصوصي اهميت هوندي آهي.

تاريخ اسلام جي شروعاتي دور جو مطالعو ٻڌائي ٿو ته حضور انور ﷺ جن جو جدِ امجد حضرت عبدالمطلب به پنهنجي وقت جو هڪ وڏو شاعر هو. عام شاعري پنهنجي جاءِ تي پر پاڻ پنهنجي مامي ابو سعد بن عدي النجار کي يثرب ۾ جيڪو شعرن ۾ خوبصورت خط لکيو هئائون اهو اڄ به جمهرة رسائل العرب ص 22 ج1 ۾ موجود آهي.

رسول پاڪ ﷺ جن جو عظيم چاچو حضرت ابو طالب سائين به وقت جو وڏو شاعر بلڪ پهريون مداح/ مدح خوان هو. پاڻ ڪريم ﷺ جن جي شان ۾ هونءَ ته ڪيترائي مولود ۽ مدحون چيون آهن بلڪ هن شعر کي وڏيڪ مقبوليت حاصل آهي، جيڪو اڪثر اصحابن سڳورن جي زبانن تي ورد زبان هوندو هو:

وَاَبْيَضَ يُستَسقَي الْغَمَامُ بِوَجْهِهٖ ثِمَالُ اليَتَا مٰي عِصْمَةٌ لِلا رَامِلِ

ترجمو: پاڻ روشن چهري وارا آهن، جنهن جي صدقي ۾ ڪڪرن کان پاڻي گهريو وڃي ٿو. پاڻ يتيمن جا وارث ۽ بيواهن جا سهارا آهن. نبي اڪرم ﷺ جن فرمايو آهي:

اِنَّ مِنَ الشِّعْرِ لَحِكْمَةٌ

ترجمو: "تحقيق شعر مان حڪمت جا موتي ملن ٿا."

سيرت پاڪ جو مطالعو ٻڌائي ٿو ته پاڻ سٺو شعر ٻڌڻ کي پسند فرمائيندا هئا. حيات پاڪ ۾ هڪ واقعو ملي ٿو ته هڪ صحابي سان ٻيلهه سواري فرمائڻ وقت ان کان دريافت فرمايائون ته توکي شاعر اميه بن ابي الصلت جا ڪي بيت ياد آهن؟ انهيءَ چيو ته ها.پاڻ ڪيس ٻڌائڻ لاءِ حڪم فرمايائون ته هن ڪجهه بيت ٻڌايا. پاڻ فرمايائون ته اجان ٻڌاءِ، حتيٰ ڪه هن 100بيت خدمتِ اقدس ۾ بيان ڪيا.

اسان ڏسون ٿا ته رسول اڪرم ﷺ جا خلفاء ڪرام حضرت ابوبڪر، حضرت عمر، حضرت عثمان، حضرت علي-رضي الله عنهم- وڏا شاعر هئا. حضرت علي رضي الله عنهم پنهنجن شعرن جو ديوان ڇڏيو آهي. ان ڪانسواءِ انصاري اصحابن مان عبدالله بن رواح، ڪعب بن مالڪ، زهير ابن ابي سلميٰ به سٺا شاعر هئا. مگر حضرت حسان رضي الله عنه جي شعر جي رسول اڪرم ﷺ جن جي خاطر مبارڪ ۾ ايڏي عزت هئي جو ڪانئس شعر ٻڌڻ لاءِ مسجد ۾ منبر ٺهرائي ڇڏيو هئائون. جتي حضرت حسان رضي الله عنه وقت بوقت شعر پڙهندا هئا ۽ ڪيس ئي "شاعر الرسول ﷺ" جي منصب تي فائز ٿيڻ جو شرف حاصل آهي.

حضرت حسان هڪ مڃيل عظيم شاعر سان گڏوگڏ عظيم مؤرخ به هو. پاڻ خواه مخواه لغو ڳالهيون نه ڪندو هو. حضرت حسان تي نبي اڪرم ﷺ جن سندس صداقت ۽ نيڪ عزائم کي مدنظر رکي طرحين طرحين جا انعام ۽ اڪرام ڪيا، مثلاً ڪين مصر جي بادشاهه کان تحفي ۾ مليل ٻانهي ٻي ٻي سيرين عطا فرمايائون. سڀ کان وڏيڪ اها ڳالهه ته حسان بن ثابت رضي الله عنه واحد شخصيت آهي، جنهن لاءِ نبي سائين ﷺ جن جي زماني ۾ ئي مسجد نبويءَ ۾ منبر رکرايو ويو هو، جنهن تي ويهي پاڻ شعر پيش ڪندو هو. اتان معلوم ٿئي ٿو ته پاڻ درگاهِ نبوي ۾ وڏي مرتبي جو مالڪ هو. (هلندڙ)

******************

قارئين جي تحريري صلاحيتن کي اجاگر ڪرڻ لاءِ هي سلسلو شروع ڪيو ويو آهي، جنهن جا نتائج بهترين اچي رهيا آهن، آئينده شماري لاءِ موضوع آهي ”حلال روزي ۽ ان جي برڪت ..!؟“ ، قلم ڪٽو ۽ 50 لائينن تي مشتمل جامع ۽ حقائق تي مبني تصديق شده تحرير ارسال ڪريو، زياده ڊگهي تحرير مقابلي ۾ شامل نه ڪئي ويندي، اداري جو مراسله نگار سان متفق هجڻ ضروري نه آهي، مضمون اماڻڻ جي آخري تاريخ 10هين ڊسمبر 2015ع آهي.




# منشيات جا مضر اثرات ۽ ان جو حل؟

**آخوند محمد صالح پيرزادو / ڪنديارو**

منشيات، نشو، اڄ ڪلهه اسان جي معاشري ۾ ناسور بڻجي چڪو آهي، انتهائي افسوس سان چوڻو پئجي رهيو آهي ته اسان جنهن معاشري ۾ رهون ٿا، اتي رهندڙ اسان جو نوجوان طبقو والدين جي عدم توجهه جي ڪري غلط راهه تي ڪاهي پيا آهن، جنهن جو نتيجو اهو ٿو نڪري ته هو خراب قسم جي ماڻهن جي صحبت ۾ رهي نشه آور شيون واپرائن ٿا، جيڪا اهڙي گندي عادت بڻجي وڃي ٿي جو جنهن جو نتيجو صرف موت ئي بڻجي ٿو.

تماڪ کان وٺي شراب نوشي تائين، مختلف قسمن جا نشه هجن ٿا، مين پوري کان وٺي نشه آور سوپارين جي واپرائڻ تائين، اهي هڪ اهڙا مٺا زهر آهن، جن جي گهڙي کن چسڪي کان بعد ان جا نتيجا انتهائي خراب نڪرن ٿا، سگريٽ جي پاڪيٽ تي حڪومت پاران منع نامي جو نوٽيس به لڳل هوندو آهي پر پوءِ به ان جي استعمال ۾ ڏينهون ڏينهن واڌ اچي رهي آهي. ان جي پاڪيٽ جي سامهون هڪ تصوير لڳل نظر ايندي

آهي، جنهن مان منهن جو ڪينسر صاف نظر ايندو آهي، پر پوءِ به سگريٽ واپرائيندڙ ان پاسي ڪو به توجه ڏيڻ مناسب نه سمجهندا آهن. صحت ڪي بري طرح نقصان پهچائيندڙ منشيات کان پاسو ڪرڻ ئي احتياط آهي، باقي ڪو به علاج نه آهي. هڪ معمولي نشه آور سوپاري جي واپرائڻ سان ان جو اثر تمام خراب نڪري ٿو، ان شخص جي وات ۾ ڪينسر جا امڪان ٿي سگهن ٿا، سندس ڳلو خراب ٿي سگهي ٿو، پيٽ جي اندر مختلف قسمن جون خراب بيماريون جنم وني سگهن ٿيون. ساڳئي ريت شراب ۽ ٻئي اهڙي قسم جي نشي جي واپرائڻ سان صحت بري طرح متاثر ٿئي ٿي ۽ انساني صحت تي ان جا انتهائي خراب نتيجا سامهون اچن ٿا.

اسان جا مرشد حضرت قبله محبوب **محبوب سڄڻ سائين** مدظله العالي جن الائچي (نَنڍا ڦوٽا)، مصري وغيره دم ڪري ڏيندا آهن، جن جي استعمال سان لکين سگريٽ، ٻيڙي ۽ ٻين مختلف سماجي برائين ۾ مبتلا ماڻهو نشه آور شين کان واپرائڻ کان پري ٿي ويا آهن. اچو ته عهد ڪريون ته نشه آور شين جي واپرائڻ کان پرهيز ڪندا سين ۽ پنهنجي ايندڙ نوجوان نسل جي بهتر تربيت ۽ انهن کي مروجه تعليم ڏيارڻ جي واسطي ڀرپور ڪوشش ڪنداسين ته اسان جو ايندڙ نسل محفوظ ۽ خوشحال رهندو.

## مسواڪ ڏيڻ جا فائدا

مسواڪ يعني ڏندڻ ڏيڻ سنت آهي، جنهن سان ڪيترائي فائدا آهن، ڏند مضبوط ٿيندا آهن، وات جي صفائي ٿيندي آهي، منهن مان بوءِ ختم ٿي ويندي آهي، مسواڪ ڏيڻ سان ياد داشت وڌندي آهي، مٿي جو سور دور ٿيندو آهي. بلغم ختم ٿيندو آهي. نظر تيز ٿيندي آهي، معده درست ٿيندو آهي. ٻيڙاپ دير سان ٿيندي آهي. (حاشيه الطحاوي ص 68)

*امان الله ڀالاري /ڳوٺ مهندا ڀالاري ٽاٽو ٻولا خان*

# گناهہ ڪرڻ جا نقصان

عبدالرب رتڙ

**گناهہ** لفظ جي لغوي معنىٰ آهي خراب ڪم ڪرڻ، ٻئي ڪي نقصان پهچائڻ جيئن مشهور چوڻي آهي تہ انسان خطا جو گهر آهي. گناهہ جا بي شمار نقصان آهن، جن مان ڪجهہ هيٺ ڏجن ٿا:ماڻهو علم کان بي نصيب ٿئي ٿو ڇو تہ علم هڪ دل جو نور آهي ۽ گناهہ کان دل جو نور اجهامي وڃي ٿو. گناهہ ڪرڻ ڪري رزق روزيءَ ۾ تنگي ٿئي ٿي. گنهگار ڪي اڪثر ڪمن ۾ اهنجائي ۽ اٽڪاءُ پيش اچي ٿو.

گناهہ سان دل ۾ هڪ قسم جي اونداهي ٿئي ٿي.گناهہ کان دل ۽ جسم ۾ ضعف ۽ ڪمزوري پيدا ٿئي ٿي.گناهہ سان ماڻهو عبادت کان محروم رهجي وڃي ٿو. گناهہ ڪرڻ سان عمر ۾ گهٽتائي ۽ ان جي برڪت مٽجي وڃي ٿي. هڪڙو گناهہ ٻئي گناهہ جو سبب بڻجي ٿو، اهڙي طرح گناهن ۾ گهڻائي ٿيندي وڃي ٿي.گناهہ ڪرڻ سان توبهہ جو ارادو ختم ٿي وڃي ٿو. دل ڪاري ٿي وڃي ٿي.

گنهگار الله تعالىٰ وٽ بي قدر خوار ٿئي ٿو ۽ ان جي عزت ۽ آبرو بہ محفوظ نہ آهي. گناهہ سان عقل ۾ خرابي ۽ نقصان پيدا ٿئي ٿو. گنهگار ملائڪن جي دعا کان محروم رهي ٿو.گناهہ ڪرڻ سان زمين ۾ طرحين طرحين جون خرابيون پيدا ٿين ٿيون، مثال: پاڻي، اناج، ميوا، هوا وغيره گهٽجي وڃن ٿا. گناهہ سان حياءُ، شرم ۽ غيرت موڪلائي وڃن ٿا. گناهہ ڪندڙ تي شيطان غالب ٿي وڃي ٿو. گناهہ ڪرڻ ڪري ان شخص جي دل مان خدا تعالىٰ جي بزرگي ۽ وڏائي ختم ٿي وڃي ٿي.

*****************************

# سلسليوار الاصلاح جا اعزازي رپورٽر حضرات

| نمبر | نالو | شهر | موبائل نمبر |
|---|---|---|---|
| 01 | خليفه مولانا محمد حسن اوٺو | نواب شاهه | 03003226609 |
| 02 | خليفه عبدالقادر پيو طاهري | خيرپور | 03073722130 |
| 03 | خليفه شيردين طاهري | حيدرآباد | 03332721407 |
| 04 | محترم عنايت الله قريشي | ڄامشورو | 03003042070 |
| 05 | خليفه محمد اسماعيل | بدين | 03073030564 |
| 06 | محترم طارق حسين منگي | نوشهروفيروز | 03003763816 |
| 07 | محترم محمد رفيق سومرو | ڪشمور ڪنڌڪوٽ | 03337309565 |
| 08 | محترم علي نواز سرهيو | جيڪب آباد | 03337330631 |
| 09 | محترم علي خان ابڙو | شڪارپور | 03158511762 |
| 10 | محترم طلحٰہ محمد جوٽيجو | لاڙڪاڻو | 03352656765 |
| 11 | محترم محمد پنهل جوکيو | گڏاپ | 03212699633 |
| 12 | محترم غلام نبي ميمڻ | دادو | 03003273389 |
| 13 | ڊاڪٽر خليفه وجهه الدين ميمڻ | مورو | 03333407271 |
| 14 | خليفه عاشق علي عباسي | دين پور شريف | 03072303083 |
| 15 | مولانا محمد نعيم شاهاڻي | فقيرپور شريف | 03003270315 |
| 16 | محترم نذرمحمد پنهور | قمبرشهدادڪوٽ | 03068230928 |
| 17 | محترم محمد اشرف ملڪ | پريارو ڊ | 03012736898 |
| 18 | خليفه محمد ارشاد جوکيو | ملير | 03212262608 |
| 19 | محترم ڪليم الله جوکيو | ٺٽو | 03212924884 |
| 20 | خليفه اصغر علي چنه | ميرپورخاص | 03003314416 |

سلسليوار الاصلاح کي مختلف شهرن ۾ اعزازي رپورٽر گهربل آهن، معلومات لاءِ رابطو ڪري سگهجي ٿو. 03018222602، 03053416660

ادارو




## انچارج: عبيد الله ڪوکر

### وڏو

زمين، ملڪيت، دولت، شهرت ۽ عهدا ماڻهوءَ کي عارضي طور وڏو ڪندا آهن پر انسانيت، اخلاق، سٺو ڪردار رويو ۽ سچي همدردي ماڻهوءَ کي سدائين وڏو رکندي آهي.

**چونڊ: ياسين خان شر/ نري ميرواهه**

### سانڍڻ جهڙيون ڳالهيون

جنهن شخص ۾ هي ٽي شيون آهن اهو ڪامل مؤمن آهي:

**عقل، علم ۽ حِلمُ**

ٽي شيون اهڙيون آهن جن کان بهتر ٻي ڪا به خصلت نہ آهي: حسن ادب. حرام ڪمن کان پرهيز. شڪ ۾ تهمت کان پرهيز ڪرڻ

ٽي شيون جنت جي خزاني مان آهن: مصيبت، مرض، صدقي کي لڪائڻ.

### خطاب دلنواز حضرت سچڻ سائين

اسان بار بار شيشو ڏسندا آهيون پنهنجي چهري کي سجائڻ لاءِ مگر الله تعالىٰ فرمائي ٿو منهنجي نظر تنهنجي (انسان جي) چهري تي نہ پر تنهنجي دل تي آهي جيڪو الله تعاليٰ جو عاشق آهي اهو پنهنجي دل کي صاف رکي، ڪجهہ گهڙيون ڪڍي پنهنجي اندر جي خرابين کي دور ڪرڻ جي ڪوشش ڪريو

**چونڊ: فقير وزير حسين چنو طاهري**

### احاديث مبارڪ

**جنهن مون تي ڄاڻي واڻي ڪوڙ منسوب ڪيو ان کي گهرجي تہ پنهنجي جاءِ جهنم ۾ ٺاهي. الله تعاليٰ جنهن سان ڀلائي جو ارادو ڪندو آهي ان کي سهڻا اخلاق عطا ڪندو آهي.**
(4779، حديث المعجم الڪبير طبراني 1207)

**سڀ کان بري دعوت وليمہ اها آهي جنهن ۾ صرف شاهوڪارن کي دعوت ڏني وڃي ۽ غريبن کي پري رکيو وڃي. _بخاري شريف** 4779)

**زاني جنهن وقت زنا ڪندو آهي، ان وقت مؤمن نہ رهندو آهي يعني مؤمن جي صفت کان محروم ٿي ويندو آهي. (بخاري شريف** 5150)

**چونڊ: سچڻ علي ڪوهارو/ خدا جي بستي ڪوٽڙي**






انچارج: محمد فهيم کوکر

**حافظ انور علي ميمڻ /مٽياري ڪان لکي ٿو** ته الاصلاح جو تازو شمارو بيحد پسند آيو، منهنجون ڪجهه تجويزون آهن ته **الاصلاح** اوپن فورم ۾ پهريون نمبر ايندڙ تحرير کي شامل ڪيو وڃي ٿو، باقي تحرير موڪليندڙ دوستن جي تحريرن کي پڻ شامل ڪيو وڃي ته جيئن حوصله افزائي ٿي سگهي. انعامي مقابلي ۾ دوستن سان گڏجي حصو وٺي رهيو آهيان، اميد ته شامل ڪندا.

*** حافظ صاحب، اوهان جي راءِ نوٽ ڪئي وئي آهي.*

**عبدالرب رتڙ /کهڙا گمبٽ ڪان لکي ٿو ته** الاصلاح ۾ فقهي مسائل ۽ فقهي مضمون جو سلسلو جاري رکيو وڃي.

*** رتڙ صاحب، ادارو، اوهان جي قيمتي راءِ جو احترام ڪري ٿو.*

**محمد بلال "نور" هيسباڻي طاهري /باڊهه ڪان لکي ٿو ته** الاصلاح جو شمارو هٿن ۾آهي، سمورا مضمون ۽ ڪالم دل کي خوب پسند آيا. صاحبزاده محمد جعفر صادق طاهر صاحب جن جي زير نگراني الاصلاح جي ترقي لاءِ اسين دعاگو آهيون.

*** ادا"محمد بلال "نور"هيسباڻي، رسالي جي پسنديدگي تي ادارو شڪرگذار آهي.*

**حضور بخش جوکيو / مڪلي** ڪان لکي ٿو ته **الاصلاح** کي ٻه ماهي ڪيو وڃي.

*** جوکيو صاحب، في الوقت ڪو ارادو نه آهي.*

## باقي دوستن جا نالا، جن خط لکي الاصلاح کي پسند ڪيو.

وزير حسين چٽو طاهري،محمد عباس ڪوکر،قربان علي پلهه، امان الله پالاري، سڄڻ علي ڪوهارو،ياسين خان، راجه شر، ڪامران علي چانديو، معشوق علي مري، عاقب رضا ٿهيم، عبيدالله ڪوکر، طيبه طاهري، هوش محمد چنه، نثار احمد چانديو، محمد احسن شر، دلبر راڄپر، نوشاد خاصخيلي، ڊاڪٽر سلمان احمد ڀٽي،ڊاڪٽر جنسار،ڊاڪٽر اڪبرنانگراج

# رجسٽريشن براءِ تبليغي وفود




انچارج: عالمگير قريشي

رپورٽ: مو لانا اسرار احمد طاهري

(گذريل شماري کان اڳتي پڙهندا):

(220) مولانا سراج الدين (ڪراچي)، (221) مولانا جان محمد (ماتلي)، (222) مولانا عبدالغفور (لسپيلو)، (223) مولانا شاهنواز احمد (مورو)، (224) مولانا خليفه عارف الله ملڪ (ٽنڊو غلام حيدر)، (225) مولانا محمد اسلم اعوان (حيدرآباد)، (226) مولانا عبدالستار جت (ماتلي)، (227) مولانا محمد وسيم (سانگهڙ)، (228) مولانا مرزا خالد اقبال (ڪراچي)، (229) مولانا آصف علي (ٽنڊوالهيار)، (230) مولانا عبدالستار (لاهور)، (231) مولانا غلام رسول (ٽنڊوآدم)، (232) مولانا ملڪ منظور حسين (فيصل آباد)، (233) مولانا اعجاز احمد (اڏيرولعل)، (234) مولانا محمد منظور ضياءُ (اسلام آباد)، (235) جناب مولانا عبدالقدوس (اسلام آباد)، (236) مولانا اعجاز احمد قاضي (اسلام آباد)، (237) مولانا منور چنڙ (اسلام آباد)، (238) مولانا محمد صديق راهوجو (اسلام آباد)، (239) مولانا محمد اسلم (اسلام آباد)، (240) مولانا ثناءُ الله (اسلام آباد)، (241) مولانا امجد علي (اسلام آباد)، (242) مولانا محمد ياسين (گوجرانواله)، (243) مولانا احمد رضا (گوجرانواله)، (244) مولانا محمد فرحان (گوجرانواله)، (245) مولانا غلام سرور (گوجرانواله)، (246) مولانا محمد عمران (گوجرانواله)، (247) مولانا محمد احسان (گوجرانواله)، (248) مولانا محمد ساجد (گوجرانواله)، (249) مولانا محمد منشاء (گوجرانواله)، (250) سيد افتخار الحسن (مڪوآنه)، (251) مولانا محمد حسن (مڪوآنه)، (252) مولانا حق نواز (مڪوآنه)، (253) مولانا محمد شفيق (لاهور)، (254) مولانا آصف محمود (قصور)، (255) مولانا راشد محمود (اهور)، (

256) مولانا عبدالمجيد (لاهور)، (257) مولانا محمد طيب (لاهور)، (258) مولانا مرزا قليچ بيگ (لاهور)، (259) مولانا اصغر علي (لاهور)، (260) مولانا جميل حسين ڪشميري (ماتلي)، (261) مولانا جان محمد (سرگوڌا)، (262) مولانا جان محمد بلوچ طاهري (ڪراچي)، (263) مولانا نوراحمد ڪتري (ماتلي)، (264) مولانا عبداللطيف طاهري (ملتان)، (265) مولانا ذوالفقار علي طاهري (اسلام آباد)، (266) مولانا حاجي محمد اڪرم (لاله موسيٰ)، (267) مولانا علي محمد صديقي (حيدرآباد)، (268) مولانا ڊاڪٽر گل حسن شيخ (حيدرآباد)، (269) مولانا عبدالرحمٰن چانڊيو (ڪراچي)، (270) ڊاڪٽر محمد جميل (ڪراچي)، (271) مولانا دوست محمد بروهي (ڪراچي)، (272) مولانا محمد پارسا (ڪراچي)، (273) مولانا محمد صديق (نعت خوان، ڪراچي)، (274) مولانا وقار احمد (ڪراچي)، (275) مولانا محمد اسلم (ڪراچي)، (276) مولانا سعيد احمد چانڊيو (ڪراچي)، (277) مولانا محمد ابراهيم راشد ترين (ڪراچي)، (278) مولانا محمد ڪامران (ڪراچي)، (279) مولانا محمد افضل شاهد (ڪراچي)، (280) مولانا اشفاق احمد (ڪراچي)، (281) مولانا محمد محسن بروهي (ڪراچي)، (282) مولانا مفتي ساجد گهانگهرو (درگاهه الله آباد)، (283) مولانا ڪليم الله طاهري (مٽياري)، (284) مولانا ڊاڪٽر محمد يوسف چنه (ڪراچي)، (285) مولانا غلام عباس پنهور (ٽول پلازه ڪراچي)، (286) مولانا جنيد احمد پيرزادو (شاهپور چاڪر)، (287) مولانا محمد قاسم بلوچ (ڪراچي)، (288) مولانا خاوند بخش طاهري (ڪراچي)، (289) مولانا عبدالرحمٰن سولنگي (مديجي)، (290) مولانا محمدسليمان ڪونڌر (خانواهڻ)، (291) مولانا محمد حسن ڪنيار (چاچرو)، (292) مولانا محمد اسماعيل چنه (ڄامشورو)، (293) مولانا رسول بخش چنه (ميهڙ)، (294) مولانا عبدالخالق چاچڙ (حيدرآباد)، (295) مولانا ارباب نيڪ محمد (عمرڪوٽ)، (296) مولانا خليفه عبدالمجيد (ميهڙ)، (297) مولانا نواز علي مگسي (ميهڙ)، (298) مولانا دلدار احمد چانڊيو (قاضي احمد)، (299) مولانا فاروق احمد چانڊيو (دمبالو)، (300) مولانا فرحان علي (سيالڪوٽ)، (301) مولانا غلام الله سوڍر (دادو)، (302)

مولانا فتح علي (نئون ديرو)، (303) مولانا محمد علي چن (ترڙي حاجران وارھ)، (304) مولانا مشڪور بوزدار (ٽنڊوغلام علي)، (305) مولانا غلام قادر بروھي (چڪ نمبر 3)، (306) مولانا امجدعلي (ڪوٽ لالو)، (307) مولانا محمد ابرار طاھري، (حيدرآباد)، (308) مولانا غلام شبير طاھري (مورو)، (309) مولانا نثار احمد چانڊيو (ميھڙ )(310) مولانا سيف الله تيوٽو (ميھڙ) *(بقيه وفود جي لسٽ الاصلاح جي آئنده شماري ۾ پڙھندا.)*

****************************************

## مرڪزي صدر جناب صاحبزاده جعفر طاھر جن جي سالگرھ تقريب

20 جولاءِ تي جامع مسجد سبحان الله دادو ۾ حضرت جناب صاحبزاده جعفر صادق طاھر صاحب جن جي سالگرھ تقريب ٿي، تلاوت، نعت، منقبت ڪانپوءِ خليفه محمد ايوب قريشي، عدنان علي ميمڻ، غلام نبي ميمڻ ۽ ٻين حصو ورتو، خصوصي خطاب خليفه نعمت الله قريشي ڪيو، آخر ۾ ڪيڪ ڪاٽيو ويو ۽ صاحبزاده جن جي ڊگھي عمر لاءِ ڏٽي در دعا گھري وئي.

## تقريب جشن آزادي

ج.ا.م ضلع دادو (1) پاران 14 آگسٽ تي الاصلاح سينٽر دادو ۾ جشن آزادي تقريب ٿي، منير احمد عباسي آجياڻو ڏنو، ملڪ جي آزادي ۾ قربانيون ڏيندڙن جي ڪردار تي روشني وڌي وئي. ر.ط.ج دادو جي هوش محمد چنه تقرير ڪئي، سعيد احمد ميمڻ ۽ خصوصي خطاب خليفه نعمت الله قريشي ڪيو.

***رپورٽس: غلام نبي ميمڻ/ دادو***

## نصيرآباد بلوچستان جي رپورٽ:

ج.ا.م ضلع نصير آباد پاران جامع مسجد غفاري محله حاجي مير خان عمراڻي ۾ جلسو ٿيو، رمضان شريف ۾ به 10 پروگرام ٿيا، عباسي محله ۾ ختم القرآن جو جلسو ٿيو،مولوي يار محمد عمراڻي خطاب ڪيو، مختلف مسجدن ۾ ختم القرآن جا پروگرام منعقد ڪيا ويا. ذڪر جو پيغام، دربار شريف جو تعارف ڪرايو ويو.

***رپورٽ: فقير يار محمد عمراڻي / ڊيره مراد جمالي***

## ڳوٺ محمد خان شورو ۾ محفل

31.7.2015 تي ڳوٺ محمد خان شورو ڪوٽڙي ۾ روحاني محفل ٿي،

جنهن ۾ حافظ عبدالحميد سولنگي، حاڪم هاليپوٽو ۽ ٻين نعت، منقبت ۾ حصو ورتو، جڏهن ته 4.8.2015 تي هفتيوار پروگرام رضويہ مسجد خانپور ڪوٽڙي ۾ ٿيو قاري محبوب احمد، مولوي عبدالله بروهي، مقصود احمد جمالي حصو ورتو، پروفيسر مختيار احمد ڪوڪر، خليفہ محمد عيسيٰ عرف مجاهد چنہ خطاب ۽ مراقبو ڪرايو.

## بليدي ۽ قاضي محلہ سيوهڻ شريف ۾ روحاني محفل

6.8.2015 تي لال مسجد بليدي محلہ سيوهڻ ۾ روحاني محفل ٿي، تلاوت، نعت، منقبت ۾ ارشاد علي قريشي، محمد وسيم، غلام عباس حصو ورتو، 7.8.2015 تي قاضي محلہ ۾ پروگرام ۾ محمد حنيف اوٺو، محمد وسيم، ذوالفقارعلي حصو ورتو، مولانا محمد عيسيٰ نماز جمع بعد ذڪر قلبي ۽ مراقبو ڪرايو. **رپورٽس: مطيع الله چنہ طاهري**

## غوثپور ۾ يارهين ۽ ٻارهين شريف جي رپورٽ

ج.ا.م ۽ ر.ط ج برانچ غوثپور جي طرفان ماهواريارهين ۽ ٻارهين شريف جو پروگرام منعقد ڪيو ويندو آهي، رمضان المبارڪ ۾ برانچ جي طرفان 2 ڪان وڏيڪ افطار پارٽي پروگرام ترتيب ڏنا ويا، جڏهن ته حضور پير مٺا سائين ۽ حضور سهڻا سائين رحمة الله عليهما جن جي عرس مبارڪن جي موقعن تي برانچ پاران 20 ميمبرن تي مشتمل الخادمين جي ٽيم جوڙي وئي جڏهن ته مولانا خليل الرحمٰن وڳڻ جي زيرصدارت 5 ڪان وڏيڪ پروگرام منعقد ڪيا ويا.

**رپورٽ: خليفہ ذوالفقار جنرل سيڪريٽري ج.ا.م سمندرمهر/ غوثپور**

## ج ا م برانچ گلال محلہ جي ٽہ ماهي رپورٽ

ج.ا.م برانچ گلال محلہ پاران جون ۾ ضلعي خيرپور جي تعاون سان تربيتي پروگرام ٿيو، جنهن ۾ خصوصي ليڪچر ج ا م صوبہ سنڌ جي ج س قاضي مشهود احمد قريشي، ر ط ج جي ج س شڪيل راهوجو ليڪچر ڏنا، پروگرام ۾ ضلع خيرپور جي تمام برانچزج.ا.م ۽ ر ط ج جي شرڪت ڪئي. ر ط ج جي نوجوانن جي وچ ۾ ڪوئيز مقابلو ٿيو، جنهن ۾ پهرين پوزيشن ر ط ج برانچ راڻيپور حاصل ڪئي. رمضان المبارڪ جي مهيني ۾ مختلف ڳوٺن ۾ تبليغي وفد روانا ٿيا، 28 رمضان المبارڪ تي ختم القرآن جو عظيم الشان پروگرام ٿيو، جنهن ۾ نعت خوان قربان علي ناريجو ۽ خصوصي خطاب مفتي محمد اسحاق شر ڪيو. **رپورٽ: ڊاڪٽر نعمت الله ڪلهوڙو/هگورجا**

## **دادو ۾ RTJ Self Assessment Test جو انعقاد**

**رپورٽ: فضل دين بروهي ج.س RTJضلع دادو**

**حضور** قبلہ عالم محبوب سجڻ سائين دامت برڪاتهم العاليہ جن جي نگاهہ ڪرم سان 2013ع ۾ ضلع دادو ۾ R.T.J Self Assessment test جو بنياد رکيو ويو، جنهن جو مقصد ڪاليج جي پڙهائي مڪمل ڪرڻ ڪانپوءِ يونيورسٽي ۾ ڪيئن ۽ ڪهڙي طرح انٽري ٽيسٽ ورتي ويندي، بابت ٽيسٽ ڪرائي وئي. هيءَ انهن شاگردن لاءِ آهي جيڪي انٽر پڙهي رهيا هجن يا مڪمل ڪري چڪا هجن جنهن ڪانپوءِ يونيورسٽي جي ايڊميشن ٽيسٽ جي تياري ڪري رهيا هجن. ٽيسٽ Pre-Medical & Pre-Engineering وارن شاگردن لاءِ ڪئي ويندي آهي، الحمدلله! RTJ SAT جي ٽيسٽ 23 آگسٽ تي منعقد ڪئي وئي شاگردن جي Counseling لاءِ مختلف تعليمي ادارن ۾ R.T.J Self Assessment testجو تعارف ۽ فائدا بيان ڪيا ويا. 2013 ۾ 32، 2014 ۾ 28 ۽ 2015 دوران ٽوٽل ميٽنگز جو تعداد تقريبًا 48 رهيو. مرشدن جي جي نظرِ ڪرم سان ٽيسٽ جي ايڊميشن ۾ شاگردن جو تعداد هرسال وڌندو رهي ٿو، سال 2013ع ۾ ٽيسٽ ڏيندڙ شاگردن جو ٽوٽل تعداد 167 جن ۾ 77 شاگردياڻيون ۽ 90 شاگرد ۽ سال 2014 ۾ ٽوٽل تعداد 262 جن ۾ 112 شاگردياڻيون ۽ 150 شاگرد جڏهن تہ سال 2015ع ۾ ٽوٽل تعداد 386 رهيو جن ۾ شاگردياڻين جو تعداد 149 ۽ شاگردن جو تعداد 237 رهيو. ٽيسٽ جو فارم 200 روپين ۾ فروخت ڪيو ويو جنهن مان شاگردن کي ٽيسٽ دوران هڪ بهترين ۽ معياري Question paper, Duplicate Answer Sheet, پين ۽ ٽِشو پيپر پڻ ڏنو ويو. ايڊميشن فارمز جي فروخت جي سلسلي ۾ ر.ط.ج ضلع دادو، RTJ SAT Team ۽ بالخصوص پروفيسر نعمت الله قريشي جي سينٽر تان سٺي موٽ ملي. شاگردن کي بهتر ماحول فراهم ڪرڻ ۽ آساني پيدا ڪرڻ لاءِ دادو شهر جي بهترين لوڪيشن پير الاهي بخش لا ڪاليج ۾ سر سياڳ چند متلاڻي جي ڀرپور تعاون سان ٽيسٽ منعقد ڪئي وئي، معمول جيان محترم عبدالله ڪوڪرجو پڻ بهتر تعاون رهيو.نظم وضبط کي برقرار رکندي شاگرد ۽ شاگرداڻين جا امتحاني بلاڪ الڳ الڳ مقرر ڪيا ويا ۽ شاگردياڻين جي بلاڪ ۾ ليڊي انويجيليٽر تمام بهتر نموني ڪم سنڀاليو.RTJ SAT جي وزٽ لاءِ

ج.ا.م صوبہ سنڌ جي صدر محترم غلام مرتضيٰ چنڙ، سينيئر نائب ص نعمت الله قريشي ۽ رط ج صوبہ سنڌ جي عهديدارن شرڪت ڪئي. آخر ۾ ٽيسٽ ۾ حصو وٺندڙ ڪنڊيارو، نوشهروفيروز، مورو، دادو، سيوهڻ، جوهي، ڪي اين شاهه ۽ ميهڙ جي شاگردن کان Feedback پڻ ورتو ويو، جن هن تنظيم کي ساراهيو. ٽيسٽ کان هڪ ڏينهن بعد امتحاني نتيجو اعلان ڪيو ويو.

ان کان بعد Top ten position holders ۾ معياري شيلڊس ۽ سرٽيفڪيٽس ڏيڻ لاءِ 24 سيپٽمبر تي Award distribution جو انعقاد ڪيو ويو جنهن ۾ تلاوتِ ڪلام پاڪ کانپوءِ قومي ترانو پيش ڪيو ويو. پروگرام ۾ قبلہ صاحبزاده جعفرصادق طاهر مدظلہ العالي صاحب جن کان position holder شاگردن ۽ شاگرديائين پنهنجا سرٽيفڪيٽ ۽ شيلڊ وصول ڪيا. آخر ۾ صاحبزاده جن کي بہ شيلڊ پيش ڪئي وئي، پروگرام ۾ ر.ط.ج جي مرڪزي صدر افتخار احمد طاهري، مرڪزي ج س شڪيل احمد طاهري، شاگردن ۽ سندن والدين پڻ شرڪت ڪئي. پروگرام ۾ شاگردن، سندن والدين ۽ ڪاليج جي پرنسپال سرسياڳ چند مٽلاڻي پنهنجا Comments ڏنا. آخر ۾ خصوصي خطاب و دعا جناب صاحبزاده سائين جعفر صادق صاحب جن فرمائي.•

## ٿر ۾ تبليغي ڪم تيزيءَ سان جاري

**حضرت** قبلہ محبوب سجڻ سائين جن جي نگاهہ ڪرم سان ملڪ جي ٻين حصن جيان ٿر ۾ بہ ڏينهون ڏينهن تبليغي ڪم ۾ واڌارو اچي رهيو آهي، ڪيترائي دين کان پري راهہ راست تي اچي نماز جا پابند بڻجي چڪا آهن. عاجز پاران پڻ وفد سان گڏجي استقبال رمضان المبارڪ جي سلسلي ۾ 14 جون تي ٿر جي مختلف علائقن ۾ تبليغ جي سلسلي ۾ وڃڻ ٿيو، چاچرو ۾ڪنيار محلي ۾ فقير عبدالخالق ڪنيار جي مسجد ۾ مولوي محمد صديق راهمون طاهري سان گڏ جلسو ڪيو ويو، ڳوٺ ڪياڙي، ڳوٺ ڏاريندڙو ۾، عبدالڪريم مڱريو جي اوطاق تي مڱريا ۽ سميجا قوم جا ماڻهن سان گڏجاڻي ڪري نصيحت ۽ وعظ ڪيو ويو، درگاهہ الله آباد شريف جوتعارف ڪرايو ويو، ڳوٺ سنهڙا ۾ استاد مٺن سيهڙي جي اوطاق تي حضرت قبلہ محبوب سجڻ سائين جن جو تعارف ڪرايو ويو،عمرڪوٽ ۾ عيداڻي پهتاسين، جتان ڳوٺ قلڙابہ پهتاسين اتان واپس ڳوٺ رتوڪوٽ لڳ پٽ پائٽي پهتاسين، اهڙي ريت ائين شعبان توڙي

رمضان المبارڪ جي مهيني ۾ 50 ڪان مٿي پروگرام ڪيا ويا، جنهن ڪانپوءِ 20.7.2015 تي حضور قبلهِ عالم محبوب سڄڻ سائين جن کي ٿر ۾ برسات لاءِ عرض ڪيوسين، سائين جن دعا لاءِ هٿ مبارڪ کنيا، سائين جن جي دعا سان ٻئي ڏينهن کان ٿر ۾ برسات شروع ٿي وئي.

**رپورٽ: خليفه محمد حسن ڪنيار تعلقو ڪپرو**

**(انچارج وفد نمبر 291)**

## سيد جيئل شاهه رحمته الله عليه جي ايصال ثواب لاءِ قرآن خواني

ج.ا.م برانچ گلال محله هگورجا پاران سيد جيئل شاهه جيلاني رح جي روح کي ايصال ثواب خاطر قرآن خواني جو اهتمام ڪيو ويو، جنهن ۾ وڏي تعداد ۾ جماعت شرڪت ڪئي.

**رپورٽ: ڊاڪٽر نعمت الله ڪلهوڙو/هگورجا**

## پنگوار ڪالوني نوابشاهه جي رپورٽ

ج ع ط ۽ ر ط ج برانچ پنگوار ڪالوني ۾ تبليغي ۽ تنظيمي ڪم خليفه محمد حسن اوٺو طاهري جي نگراني ۾ هلندڙ آهي، جنهن ۾ وڏي انگ ۾ جماعت سان وابسته دوست احباب شريڪ ٿيندا آهن، جڏهن ته روزانو فجر نماز بعد مختلف مسجدن ۾ پروگرام منعقد ڪيا ويندا آهن،رمضان المبارڪ۾ پڻ مختلف جاين تي تبليغي پروگرام ڪيا

**رپورٽ: اختر خاصخيلي/پنگوار ڪالوني نواب شاهه**

## ختم القرآن جلسو

27 رمضان المبارڪ جي رات بلال مسجد ڪراچي ۾ حافظ عبدالقوي پٺونر قاسمي جي سلسله ختم القرآن شريف جو وڏو پروگرام ٿيو، جنهن ۾ خطاب مولانا اعجاز احمد ورياهه ڪيو، آخر ۾ قلبي ذڪر وظيفي جو طريقو سمجهايو ويو، ٻيا 4 پروگرام پڻ ترتيب ڏنا ويا.

**رپورٽ: محمد عباس کوکر ڳوٺ عبدالمجيد ڪيريو (سڪرنڊ)**

## حضرت پيرمٺاسائين رحمته الله عليه جو عرس مبارڪ ٿي گذريو!

11، 12 اپريل 2015ع تي حضرت خواجه محمد عبدالغفار فضلي، المعروف پير مٺا سائين رح کي خراج تحسين پيش ڪرڻ لاءِ عرس مبارڪ درگاهه فقيرپور شريف لڳ راڏڻ ۾ عقيدت ۽احترام سان ملهايو ويو. حضور سهڻا سائين نورالله مرقده جن جي پهرئين قائم ڪيل ديني مرڪز تي، ملڪ کان لکين سندن جا مريد ۽ عقيدتمند اچي

ڳڌ ٿيا ۽ حضور قبلہ **سجڻ سائين** جن جي فيض مان مستفيد ٿيا. حضور پير مٺا رحہ جن جي خدمت ۾ پيش ڪرڻ لاءِ ختم القرآن، درود شريف ۽ ديگر اوراد ۽ وظائف پڙهي آيا ان جو تعداد جيڪو لڪرايو ويو ۽ اهو حسب ذيل آهي: ختم القرآن: 4709، سيپارا: 24، سورة ياسين شريف: 55385. سورة رحمٰن: 2873، سورة ملڪ: 3447، سورة فاتحہ: 264770، سورة مزمل: 13543، سورة اخلاص: 1130109، متفرق سورتون: 26038، آية الڪرسي: 23679، آية ڪريمه: 631015، تسبيحات: 3453997، ڪلمہ شريف: 1480122، استغفار: 1429648، دلائل الخيرات: 29، نوافل: 2490، عمره: 4، نفلي روزا: 4، ورد برڪات الصلواة: 2، دعاءِ حاجات: 50 دفعا، دعاءِ جميلہ: 1، درود شريف: 272759105، مذڪوره بالا تمام پڙهيل ورد و وظائف جي ايصال ثواب لاءِ قبلہ حضرت سجڻ سائين جن دعا فرمائي، لڪين ماڻهن جن اڪيون اشڪبار هيون، يقينًا الله جي ڪامل ولي جا پاڪيزه ڪنيل هٿڙن واري دعا ڪي شرف قبوليت حاصل ٿيو هوندو.

***رپورٽ: خليفہ محمد حسن اوٺو طاهري***

## حضرت قبلہ سجڻ سائين جن جي منظور عباسي سان تعزيت

حضرت خواجہ محبوب سجڻ سائين مدظلہ العالي جن، دالي شهر ۾ فقير منظور احمد عباسي جي گهر پهچي سندس والد جي وفات تي ساڻس تعزيت فرمائي ۽ مرحوم جي مغفرت واسطي دعا فرمائي.

## جناب صاحبزاده جعفر صادق جي سيد جيئل شاهہ جي چاليهي ۾ شرڪت

20 سيپٽمبر2015ع تي جناب صاحبزاده جعفر صادق طاهر صاحب، درگاهہ شهبازپور شريف پهچي سيد جيئل شاهہ جيلاني رح جي چاليهي جي تقريب ۾ شرڪت ڪئي، پاڻ سندن جي فرزندن سيد عبدالرحمٰن شاهہ، عبدالرحيم شاهہ، مفتي محمد طيب شاهہ جيلاني سان تعزيت جو اظهار ڪندي فاتحہ پڙهي، سندن درجات جي بلندي لاءِ دعا فرمائي.

## الاصلاح جي چيف ايڊيٽر جي سيد جيئل شاهہ جيلاني جي وفات تي فاتحہ

سلسليوار **الاصلاح** جي چيف ايڊيٽر مولانا حبيب الرحمٰن گبول طاهري جي هڪ وفد جي اڳواڻيءَ ۾ درگاهہ شهباز پور شريف پهچي سيد جيئل شاهہ جيلاني رحہ جي وفات تي سندن فرزندن سان فاتحہ خواني ڪئي، وفد ۾ مولانا محمد قاسم گبول، وفا نذير احمد شر، غلام رسول لاڪو، عبدالوحيد گبول ۽ ٻيا ڳڌ هئا.

**رپورٽس: ابوالعمران طاهري / درگاهہ الله آباد**

## (جلسہ ختم القرآن)

25 رمضان المبارڪ تي قاسميہ چنہ مسجد ۾ ختم القرآن جي سلسلي ۾ جلسو ٿيو، عبدالرشيد چنہ صدارت ڪئي، حافظ محمد رفيق بروهي طاهري ختم القرآن جي سعادت ماڻي. محمد عظيم بروهي، اصغر جمالي نعتون منقبتون پڙهيون، مولانا اسرار احمد خطاب ڪيو.

***رپورٽ: ڊاڪٽر احمد علي چنہ/ ڪنڊيارو***

## جامعہ عربيہ غفاريہ جي خامسہ جماعت جي شاگرد جو وڇوڙو

جامعہ عربيہ غفاريہ درگاهہ الله آباد شريف جي جماعت خامسہ جو شاگرد مولانا غلام حسين چانڊيو اوچتو دل جي دوري پوڻ سبب وفات ڪري ويو، شاگردن، استادن ڪان علاوہ قبلہ صاحبزادہ جعفر صادق جن خصوصي طور تي شرڪت فرمائي.

***رپورٽ: نثار احمد چانڊيو***

## ايصال ثواب مرحوم خليفہ ديدار حسين ڀٽي غفاري طاهري

ڄامشورو ۽ ڀرپاسي ۾ اڌ صديءَ کان تبليغ جو بنياد رکندڙ خليفہ مولوي ديدار علي ڀٽي جي چاليهي جي تقريب 6.9.2015 تي سندن پاران قائم ڪيل مدرسہ ديدار مصطفيٰ طاهريہ ۾ ٿي، حضرت قبلہ سهڻا سائين پاران رکيل بنياد واري مرڪز جو افتتاح مولانا محمد ادريس ڏاهري، خليفہ خالد مغل، خليفہ عبدالقيوم قريشي، خليفہ محمد سعيد انڙ ڪيو.

***رپورٽ: محمد اظهر لاشاري، رياض علي تهيم/ ڄامشورو***

## دادو جو وفد روانو

18.9.2015 تي ج.ا.م ضلع دادو پاران غلام نبي ميمڻ، امام علي ڪلهوڙو، امداد علي ڪلهوڙو، امانت علي، عبدالقادر ٻگهيو جي اڳواڻي ۾ هڪ وفد ڳوٺ وڏيرا هاليپوٽو ۾ مقامي نوجوانن سان ملاقات لاءِ پهتو، بعد ۾ ڳوٺ ڏُريہ ۾ حاجي محمد صديق هاليپوٽو ۾ نون دوستن سان ملاقات ڪري درگاهہ شريف جو تعارف ڪرايو ويو، بعد ۾پروگرام منهاج مسجد ڀان سيد آباد ۾ ڪيو ويو. ضلعي صدر خليفہ منير احمد عباسي خطاب ڪيو. مسجد جي پيش امام مولوي علي رضا ٻگهيو قادري تمام گهڻو تعاون ڪيو.

## تبليغي جلسو

11 سيپٽمبر تي ج.ا.م ضلع دادو (1) پاران ڳوٺ قاسم آباد ويجهو دادو ۾ تبليغي جلسو ٿيو، جنهن ۾ ضلعي صدر خليفہ منير احمد عباسي طاهري خطاب ڪيو، درگاهہ شريف جوتعارف، مرشدن جو پيغام

پهچايو، ماهوارپروگرام ۾ دوستن کي شريڪ ٿيڻ جي دعوت ڏني.

## ماهوار پروگرام منعقد

11 آڪٽوبر تي درگاهه الله آباد ۾ ماهوار پروگرام ٿيو، مولانا اسرار احمد، مولانا عزيزالرحمٰن، بلال يونس شيخ، معين الدين عمر ۽ ٻين رپورٽون پيش ڪيون، حضور قبلہ عالم خصوصي خطاب فرمايو

**رپورٽس: غلام نبي ميمڻ/دادو**

## ٽاٽو بولاخان ۾ عظيم الشان روحاني جلسہ عام

ٽاٽوبولاخان ۾ عظيم الشان روحاني جلسہ عام ڪي ج.ا.م جي سرپرست اعليٰ سيدي و مرشدي حضرت قبلہ محبوب سڄڻ سائين مدظلہ العالي جن خصوصي خطاب دلنواز فرمايو.

## عيدالاضحيٰ جا پروگرام

ج.ا.م برانچ نئون ديرو طرفان عيدالاضحيٰ جا 3 شاندار پروگرام ٿيا، المصطفيٰ عيدگاهہ ۾ خليفہ مولانا غلام رسول طاهري، عيدگاهہ ۾ مفتي عبدالرحيم طاهري ۽ غريب آباد ۾ مولانا محمد بخش جوٽيجو خطاب ڪيو ۽ جماعت ڪي قرباني جي فضيلت ۽ مسئلا بيان ڪيا.**رپورٽ: طلحٰہ طاهري**

## مجلس عاملہ جو اجلاس

4.10.2015 تي ج.ا.م ضلع نوابشاهہ جو سالانہ مجلس عاملہ مدني مسجد گوليمار ۾ ٿيو، سمورين برانچن جي دوستن شرڪت ڪئي، خليفہ مولانا محمد حسن اونو ۽ ج.ا.م جي صوبائي صدر محترم غلام مرتضيٰ چنڙ خصوصي خطاب ڪيو.

**رپورٽ: محمد امين اونو، پ س ج.ا.م ضلع نوابشاهہ**

## ج.ا.م نئون ديرو جا 27 پروگرام

ج.ا.م برانچ نئون ديرو جي زيراهتمام رمضان المبارڪ ۾ 27 پروگرام ڪيا ويا، جن ڪي مفتي عبدالرحيم طاهري، محمد بخش جوٽيجو، مولانا غلام رسول۽اسدالله پٽو خطاب ڪيو، جڏهن تہ الطاهر جامع مسجد ۾ ٽيل ختم القرآن جلسي ڪي مولانا محمد بخش جوٽيجو، مولانا غلام رسول۽ ٻين خطاب ڪيو. **رپورٽ: طلحٰہ طاهري**

## ج.ا.م هگورجا سٽي جي ڪارڪردگي

ج.ا.م برانچ هگورجا سٽي پاران هر ٻئي جمعي تي غسل، وضو، نماز جي مسئلا سيکاريا ويندا آهن، گلال محلہ ۾ نم جا وڻ لڳايا ويا.

**رپورٽ: حافظ محمد حليم طاهري/هگورجا**

## هفتہ وار روحاني محفل

22.9.2015 تي رضويہ مسجد ريلوي ڪالوني خانپور روڊ ڪوٽڙي ۾ هفتہ وار محفل ٿي، جنهن ۾ مولوي عبدالله بروهي، مقصود جمالي، محمد سليم سولنگي نعت، منقبت ۾ حصو ورتو، بعد ۾ خليفہ مجاهد چنہ طاهري خطاب ۽ مراقبو ڪرايو. **رپورٽ: عبدالله بروهي/ڪوٽڙي**

## مريم گارڊن ۾ روحاني محفل

6.9.2015 تي نوراحمد سومرو جي رهائشگاهہ تي مريم گارڊن ڪوٽڙي ۾ روحاني محفل ٿي، جنيد احمر راڄپر، رفيع الله چنہ، محمد آچر ۽ ٻين نعت و منقبت ۾ حصو ورتو محمد عيسيٰ عرف مجاهد چنہ خصوصي خطاب ڪيو. **رپورٽ: حاڪم علي هاليپوٽو/ڪوٽڙي**

## ج.ا.م ضلعي خيرپور جي رپورٽ

ج.ا.م ضلع خيرپور پاران 14 آگسٽ تي يوم آزادي جي سلسلي ۾ سومرا محلہ ۾ تقريب ٿي، پرچم ڪشائي ڪئي وئي، سيد جيئل شاهہ جي وفات تي ڳوٺ بخشو سولنگي، ڪنب ۾ قرآن خواني ڪرائي وئي. هڱورجا ۾ تربيتي پروگرام، ٽريننگ ورڪشاپ، مجلس عاملہ ضلع خيرپور جا ٻہ پروگرام گلال محلہ هڱورجا، برانچ جان محمد تمراٽي ڪنب ۾ ٿيو، راڻيپور ۾ عيدملن پارٽي پروگرام ترتيب ڏنا ويا، 3 نيون برانچز ڪوٽ لالو ويجهو گل حسن مجيداڻو، ملڪ چوڏڳي لڳ ڳوٺ حاجي لطف علي شر ۽ چونڊڪو نارو شهر جي جامع مسجد ۾ جي قائم ڪيون ويون، اهڙي ريت برانچن جو تعداد 33 تي پڄو.

**رپورٽ: محمد اقبال سوهو ضلع صدر ج.ا.م خيرپور**

## ج.ا.م ضلع نوشهروفيروز جي رپورٽ:

ج.ا.م ضلع نوشهروفيروز پاران 19 جولاءِ تي جنرل ميٽنگ ٿي، فيصلو ڪيو ويو تہ ضلع جي ويجهين ويجهين برانچن کي هڪ جاءِ تي گڏ ڪري اتي تربيتي پروگرام منعقد ڪرايا وڃن، اهڙي ريت 2 آگسٽ تي براچ دربيلو ۾ پرپاسي جي9 برانچز کي گڏ ڪيو ويو. برانچ قمرآباد ۾ 7 برانچز، 16 آگسٽ تي برانچ ڦل ۾7، برانچ حسين ڪلهوڙو ۾ 7 برانچز کي دعوت ڏني وئي، 23آگسٽ تي برانچ پرياروڊ ۾ 7، جڏهن تہ ساڳي تاريخ تي برانچ خانواهڻ ۾ 10 برانچن کي مدعو ڪيو ويو. پروگرامن جي شيڊيول ۾ تلاوت، نعت، منقبت، آجياڻو، مهمانن کي

هار پارائڻ، رڪارڊ متعلق ڄاڻ، فقهي درس، وضو، غسل ۽ نماز جا ضروري مسائل، تبليغ ۽ تنظيمي ڪم ڪي بهتر ڪيئن بڻائجي؟ بعد ۾ صدارتي خطاب ڪرايا ويا، پڊعيدن شهر ۾ نئين برانچ جو قائم ڪئي وئي، ائين ضلعي اندر برانچن جو تعداد 48 تي پهچي ويو. 14 آگسٽ تي پرائمري اسڪول بيت المال سنڌ ڪالوني تقريب ٿي، جنهن ۾ صوبائي عهديدار مشتاق احمد سومرو، ڊاڪٽر وجهه الدين ميمڻ، پروفيسر شمشاد احمد سومري ۽ ٻين تقريرون ڪيون.

**رپورٽ طارق منگي ج.س ج.ا.م ضلع نوشهروفيروز**

## ج.ا.م برانچ مورو جي رپورٽ

* ج.ا.م برانچ مورو جي مرڪزي ڪيڙا مسجد ۾ هر جمعي تي عصر نماز کان بعد درس قرآن ٿيندو آهي، خليفه سيد عبدالڪريم شاهه قرآن شريف جي روشني ۾ تفسير بيان ڪندو آهي.*ڪيڙا مسجد ۾ هر روز عصر نماز تي فيصل رضا عمراڻي، چوندو درس قرآن، چوندو درس حديث ۽ فقهي مسائل تي مشتمل ليڪچر ڏيندو آهي.* هر جمعي تي مختلف علائقن ڏانهن وفد روانا ٿيندا آهن، جن جي اڳواڻي ڊاڪٽر وجهه الدين ميمڻ، سيد عبدالڪريم، اعجاز حيدرميمڻ، محمد ياسين پٽني، غلام شبير ڏاهري، نالي منوسومرو، ڊاڪٽر سڪندرميمڻ، سعيد ميمڻ، محمديونس، عبدالحميد ميمڻ، سبحان عمراڻي، غلام اڪبر، ساجد، بلال ميمڻ جانالا قابل ذڪر آهن.*ذوالقعد مهيني ۾ سيدنصيرالدين شاهه جو عرس مبارڪ ملهايو ويو.* ج.ا.م پاران خواتين جا مستقل طور تي 4 ماهوار پروگرام منعقد ڪيا ويندا آهن، جن ۾ خواتين پاڻ ئي نعت، منقبت ۽ ليڪچر ڏينديون آهن.* ر.ط.ج پاران پڻ ج.ا.م مورو سان هر وقت مڪمل سهڪار رهي ٿو.* روزانو جي بنياد تي مراقبو، فجر ۽ عشاء تي ڪيڙا مسجد، فجر تي المرڪز غفاريه ۽ الطاهر مسجد، قبا ۽ نول مسجد ۾ مراقبي جو اهتمام ڪيو ويوندو آهي۽ 6 تي ماهوار پروگرام المرڪز غفاريه، 17 تي الطاهر مسجد باءِ پاس ٽائون، 23 تي مسجدِ ابراهيم نزد خليفه قبرستان، 27 تي مدينه مسجد ڪوري محلہ، 29 تي ڪيڙا مسجد ۾ ماهوار پروگرام، هر آچر تي ر.ط.ج پاران ڪيڙا مسجد ۾ پروگرام ٿيندو آهي.

***رپورٽ: محمد يونس ڊيلو. ج.س مورو***

## حضرت خواجہ سجڻ سائين مدظلہ جو پروگرام کي خطاب

ج.ا.م پاران 2 آڪٽوبر تي مدرسہ تعليم القرآن غوثيہ طاهريہ باقرشاهہ محلہ ڪنڊيارو ۾ خواتين جو باپرده پروگرام ٿيو، جنهن کي سيدي ومرشدي حضور قبلہ سجڻ سائين دامت برڪاتہ جن خطاب فرمايو.

***رپورٽ: مظفر علي قائمخاني /آڊيٽر ج.ا.م ضلع نوشهروفيروز***

## عيد ملن پارٽي

27.9.2015 تي ج.ا.م ضلع خيرپور پاران گلال محلہ هگورجا ۾ عيدملن پارٽي ڪئي وئي، حضرت خليفہ عبدالرحمٰن وگڻ طاهريءَ تصوف،خليفہ محمد مشتاق شر طاهريءَ دل جي صفائي تي، صوبائي اگواڻ قاضي مشهود احمد تنظيم ۽ طريقت،ڊاڪٽر سعيد اعواڻ تنظيمي اهميت۽ عبداللطيف رتڙ خلفاءِ راشدين جي عنوان تحت ليڪچر ڏنو، خليفہ احمد بخش گلال ڪمپيئرنگ ڪئي، ج.ا.م ضلع خيرپور جي محمد اقبال سوهو، خليفہ عبدالقادر، قادربخش راڄپر، ظهورموجائي،خليفہ منورعباسي، خليفہ رحيم بخش ڪٿوهر سميت سوڀو ديرو، ٺري ميرواهہ جي 15 برانچن جي عهديدارن۽ ر.ط.ج جي 3 برانچن شرڪت ڪئي، پروگرام جي ميزباني ج.ا.م برانچ گلال محلہ هگورجا پاران ڪئي وئي. **رپورٽ: مظفرچنہ، گلال محلہ۽طاهري عبدالقادر/جوائنٽ س ؛خ**

## ج.ا.م ڪنڊيارو پاران 60 پروگرام

ج.ا. برانچ ڪنڊيارو پاران رمضان المبارڪ کان وٺي 28 ذو الحج تائين ڪنڊيارو شهر جي محمدي مسجد، شمس الهدیٰ، انوارمصطفیٰ، شاهہ زڪريامسجد، رئيس ڄامن سامٽيو جي رهائشگاهہ ۽ ان جي پرپاسي جي مختلف ڳوٺن زنگي مگريو، عليم ۾ خليفہ ميهرالدين مگريو، غلام نبي گهانگهرو، ذوالفقار عباسي، رياض سومرو سان گڏجي تبليغي ۽ تنظيمي پروگرام ڪيا ويا. ***رپورٽ: سليم ميمڻ ج.س ڪنڊيارو***

## پڊعيدن (1)۾ شهادت حضرت عثمان غني تي جلسو

آڪٽوبر مهيني ۾ ج.ا.م ۽ ر.ط.ج پڊعيدن (1) پاران مسجد گلزارمدينہ ۾ 2 شاندار پروگرام حضرت عثمان غني جي شهادت جي سلسلي ۾ ۽ ٻيو11هين شريف جو پروگرام ڪيا ويا، نعيم علي ڪوڪر سراج احمد طاهري نعت و منقبت ۽ عمران علي طاهري خطاب ڪيو، هر جمعي تي هفتہ وار پروگرام ٿيندو آهي، رزانو پابنديءَ سان مراقبي جو اهتمام ٿيندو آهي. **رپورٽ: عمران علي پٽي/پڊعيدن**

## لطيف آباد، حيدرآباد جي تبليغي تنظيمي سرگرميون

ج.ا.م لطيف آباد 5، 10 پاران آگسٽ 2015ع ۾ لطيف آباد 10 ۾ ٻوڏ متاثرن مالي معاونت ڪئي وئي، خليفہ مظهر علي چنہ، خليفہ شيردين طاهري، خليفہ مختاراحمد، خليفہ خالد شاهہ ۽ ضلعي عهديدارن ٻوڏمتاثرن جي مدد ۾ ڪردار ادا ڪيو، ڊاڪٽر منصور خان پاران هر چنچر ۽ آچر تي ميڊيڪل ڪيمپ قائم ڪئي.17 سيپٽمبر تي پڻ خليفہ مظهر علي چنہ سان 6 رڪني وفد مختلف ڳوٺن ڏانهن تبليغ لاءِ پهتو، جتي جلسو ڪيو ويو، مراقبي جو اهتمام بہ ڪيو ويو، ميووخان ۽ نوراحمد لغاري جو تعاون رهيو. 8 آڪٽوبر تي حيدرآباد شهر مان تبليغي وفد خليفہ فياض احمد، امام بخش چانگ جي اڳواڻي ۾ ڳوٺ عمر لغاري لڳ ٽنڊومحمد خان ۾ روانو ٿيو، جتي دوستن کي جماعت جوتعارف، قلبي ذڪر جي تلقين ڪئي وئي.

**رپورٽ: مظهر علي چنہ/لطيف آبادنمبر 6**

## ر.ط.ج نوشهروفيروز پاران ساليانہ ڪنوينشن، صاحبزاده جن جي خصوصي شرڪت، بهترڪارڪردگي ڏيکاريندڙن ۾ شيلڊ، سرٽيفڪيٽ تقسيم

ر.ط.ج ضلع نوشهروفيروز پاران عيدالاضحيٰ جي ٻئي ڏينهن تي ساليانہ ڪنوينشن ٿيو، جناب صاحبزاده قبلہ جعفر صادق طاهر خاص مهمان هو، قراءت، نعت ۽ تقريري مقابلا ٿيا ۽ ڪيريئر ڪائونسلنگ تي ليڪچر ٿيو، R.T.J جي 40 برانچن ۽ ANT جي 20 برانچز جي دوستن شرڪت ڪئي، پوزيشنون ڪٽندڙن کي شيلڊ ڏني وئي، جناب قبلہ صاحبزاده جعفر صادق جن خصوصي خطاب فرمايو. ر.ط.ج ضلعي جي بهترين ڪارڪردگي ڏيکاريندڙ برانچن مورو (1)، پريو تنيا ۽ پرياستي ۽ ڊاڪٽر وجهہ الدين ميمڻ ۽شاهنواز پنهور کي سرٽيفڪيٽ ڏنو ويو، 5 آڪٽوبر تي ر.ط.ج پاران يوم تاسيس اڪثر برانچن ۾ ملهايو ويو.

***رپورٽ: عبدالحڪيم سولنگي ج.س. ر.ط.ج نوشهروفيروز***

## ڳوٺ گورگيج ۾ جلسو

27هين جي رات ڳوٺ گورگيج ۾ پروگرام ٿيو، سراج الدين، آصف علي، صداقت علي نعت، منقبت پڙهي، خليفہ عبدالهادي گورگيج شان صحابہ تي تقرير ڪئي.

***رپورٽ: محمد معصوم طاهري***

## برانچ نوشهروفيروز جي رپورٽ

ج.ا.م برانچ نوشهروفيروز پاران آگسٽ ۽ سيپٽمبر مهينن ۾ ڪل 10 پروگرام ترتيب ڏنا ويا، جن ڪي صوبائي اڳواڻ قاضي مشهود احمد قريشي ۽ ٻين خطاب ڪيو. جامعہ غفاريہ مسجد نزد خوشحالي بئنڪ وٽ اسلاميہ لائبريري جو قيام عمل ۾ آندو ويو، جنهن جو مقصد خاص طور تي نوجوانن ڪي ديني، اسلامي، اصلاحي ڪتابن مان فائدو پهچائڻ آهي. **رپورٽ: جاويد احمد سومرو ج.ا.م برانچ نوشهروفيروز**

## مڪلي ۾ 41 پروگرام ڪيا ويا

ج.ا.م مڪلي پاران حضور علي طاهري جي زيرنگراني جولاءِ کان آڪٽوبر 2015 تائين 41 پروگرام ڪيا ويا، 12 تبليغي پروگرام جوڙيا ويا. **رپورٽ حافظ لياقت جوکيو / مڪلي**

## قبلہ صاحبزاده جعفر صادق صاحب جن جي دادو آمد

24.9.2015 تي ج.ا.م ضلع دادو (1) پاران الاصلاح ڪوچنگ سينٽر دادو ۾ تقريب ٿي، رط.ج،ج.ع.ط ۽ ج.ا.م ضلع دادو(1) جي جنرل سيڪريٽريز رپورٽون پيش ڪيون، آخر ۾ جناب صاحبزاده جعفر صادق طاهر صاحب جن خصوصي خطاب فرمايو، ان موقعي تي مرڪزي آفيس سيڪريٽري مفتي عزيزالرحمٰن ۽ ج.ا.م جا صوبائي عهديدار شريڪ ٿيا

## ڪاڇي جو تبليغي احوال

ج.ا.م برانچ قصبو طرفان شهر ۾ 27.09.2015 تي عظيم الشان جلسو ٿيو، خصوصي خطاب مولانا محمد عالم چانڊيو ڪيو، ٻئي ڏينهن تي ڳوٺ لنڊوديرو ۾ پروقار جلسو ڪي خصوصي خطاب صوفي عبدالستار چانڊيو طاهري ڪيو. برانچ پاران هر مهيني ۾ پنج راشن جا پيڪٽ تيار ڪيا ويندا آهن، جيڪي انتهائي غريب خاندانن ۾ تقسيم ڪيا ويندا آهن، جڏهن تہ جامع مسجد قصبو ۾ روزانو عصرنمازڪانپوءِ ختم خواجگان نقشبنديہ جو اهتمام ڪيو ويندو آهي

**رپورٽ: عبدالستار لغاري / قصبو**

## ج.ا.م ضلعي نوشهروفيروز جو عاملہ پروگرام

**ج.ا.م ضلع نوشهروفيروز پاران 11.10.2015 تي ڪنڊيارو ۾ ٿيو، جنهن ۾ 48 برانچن جي 330 دوستن شرڪت ڪئي، درس قرآن، درس حديث سميت بيعت جي حيثيت، سانحہ ڪربلا تي عالمن ۽ مقررن روشني وڌي، صوبائي صدر جناب غلام مرتضيٰ چنڙ صدارت ڪئي، بهترڪارڪردگي ڏيکاريندڙ برانچن دربيلو، ڦل، حسين ڪلهوڙو، خانواهڻ، قمرآباد سميت ڊاڪٽر وجهہ الدين ميمڻ ڪي حضرت قبلہ سجڻ سائين جن پاران تعريفي طور شيلڊ ڏني وئي.** **رپورٽ: طارق منگي.ج.س** N.F

# انتقال پرملال

**الاصلاح** پبليڪيشن پاران حضرت خواجہ سجڻ سائين جن جي پياري خليفي قبلہ **سيد جيئل شاهہ جيلاني** رحمة الله عليہ جن جي وفات، خليفہ مولانا حاجي **احمد حسن لاشاري** رحمة الله عليہ جي وفات، ج.ا.م ضلعي خيرپور جي صدر محمد اقبال سوهو جي پيٽوي جي وفات، ضلعي خيرپور جي آڊيٽر قادربخش راڄپر جي والد جي وفات، راٽيپور جي شمس الدين عباسي جي پيٽووي جي وفات، ج.ا. م برانچ رسولپور جي مجيب الرحمان شر جي همشيره جي وفات، پيروسڻ جي لطف علي شر جي وفات، ج.ا.م برانچ لونگ راهوجو دادو 2 جي مولوي عبدالحفيظ راهوجو جي امڙ، مولوي شاهنواز راهوجو جي همشيره جي وفات. ج.ا.م خيرپور جي اڳوٽي ضلعي عهديدار عبداللطيف رتڙ جو ڀاءُ، رط ج جي ضلعي خيرپور جو سينئر نائب صدر عبدالرب رتڙ جو چاچو نذر احمد رتڙ جي وفات، ج. ع.ط جي مرڪزي جوائنٽ سيڪريٽري مولانا عرض محمد چانديو جي ٻن ڀائيٽن جي وفات، ج.ا.م ڪنڌيارو جي ج س سليم احمد ميمڻ جي والده جي وفات، ج.ا.م ضلع ڪشمورڪنڌڪوٽ جي ج.س ۽ **الاصلاح** رپورٽر رفيق احمد جي چاچي جي وفات، سرگرم ڪارڪن توفيق احمد سهرياڻي جي والده ۽ ڀاءُ جي وفات، ج.ا.م برانچ نوشهروفيروز جي ف.س رحمت الله سومري جي سس جي وفات، ر. ط .ج ڪنڌيارو جي مهراڻ بلوچ جي ڏاڏي جي وفات تي، حضرت قبلہ سجڻ سائين جن جي خليفو عبدالرسول ڏيپر جي وفات، خليفہ علي اڪبر مري جي والد رئيس حاجي خان محمد مري جي وفات، جامعہ عربيہ غفاريہ درگاهہ الله آباد جي خامسہ جي شاگرد غلام حسين چانديو جي وفات، مولانا نثار احمد چانديو جي همشيره جي وفات، ڊاڪٽر غلام رسول مگريو جي وفات، برانچ 6 چڪ جي ڊاڪٽر زاهد آرائين جي ڏاڏي جي وفات تي جملہ مسلمان ڀائرن ۽ ڀينرن بالخصوص پير ڀائرن جي اوچتي لاڏاڻي تي گهري غم ۽ ڏک جو اظهار ڪندي، جملہ عزيزن ۽ رشتہ دارن سان تعزيت ڪريون ٿا.

**انا لله وانا اليه راجعون**

ڏٽي در دعا آهي تہ شال الله تعالىٰ مرحومين کي غريق رحمت فرمائي. (آمين)

## سوالن جا درست جواب

جواب:نبوت جي پندرهين سال(سن ۾ هجري)
جواب2: رڪجڻ، انتظار ڪرڻ
جواب 3: 12 ڊسمبر 1964ع
جواب 5: حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه
جواب 5: صاحبِ نصاب (ساڍاست تولاسون يا ساڍا ٻاونجاهه تولا چاندي رکندڙ)

## انعامي سلسلي ۾ ڪوپن پريندڙ دوستن جا نالا

عبدالحڪيم اڪبر علي ميمڻ، عبدالغفور ميمڻ /آخوند عبداللطيف پليجاڻي، غلام مصطفيٰ "اطهر" ميمڻ / مٽياري، محمد بلال "نور" هيسباڻي، محمد طاهر "نور"/ باڊهه، طلحهٰ محمد جوڻيجو/نئون ديرو، شاهد خاصخيلي، عبدالمجيد شيخ/قمبرشهدادڪوٽ، راحيل احمد ميمڻ، محمد امين، عبيدالله ڪوڪر/ دادو، غزاله اسرار احمد، محمد احسن شر،مجيب الرحمٰن گبول، خليل الرحمٰن گبول، مسرور اسرار احمد، سميه محمد عاشق لنڊ، /درگاهه الله آباد شريف، فضل الرحمٰن گبول طاهري/ڪراچي

### انعام حاصل ڪندڙ خوشنصيب

## طلحه محمّد طاهري /نئون ديرو





# سوالن جا جواب ڏيو

هيٺ ڏنل ڪجهہ سوال رسالي مان ۽ ڪجهہ سوال عام معلومات جا ڏنل آهن، هيٺين سوالن جا درست جواب اوهان 10 **ڊسمبر** 2015ع تائين الاصلاح جي ڏنل ايڊريس تي ڏياري موڪليو.

نوٽ: ڪوپن ڪانسواءِ حصو وٺندڙ ڪي انعامي مقابلي ۾ شامل نہ ڪيو ويندو، جڏهن تہ صحيح جواب اماڻيندڙن کي ڪڻي ذريعي انعام ڏنا ويندا. هي رسالو اوهان جو پنهنجو آهي، هن کي بهتر بڻائڻ ۽ عام ڪرڻ ۾ پنهنجي اخلاقي ذميواري محسوس ڪندا. (ادارو)

## سوال

سوال: 1 حضرت امام رباني مجدد الف ثاني قدس سره جي مزار ڪٿي آهي؟

سوال: 2 ڪرڪ شهر ڪهڙي صوبي ۾ واقع آهي؟

سوال: 3 سيد جيئل شاه جيلاني جي وفات ڪڏهن ٿي؟

سوال: 4 شاه عبداللطيف ڀٽائي جو عرس مبارڪ ڪهڙي تاريخ تي ٿيندو آهي

سوال:5 بڑی مدت کے بعد ہوتا ہے چمن میں دیدہ ور پیدا

(شعر مڪمل ڪريو،شاعر جو نالو ٻڌايو)

****ڪوپن نمبر 17****

موڪليندڙ جو نالو: ____________________

ايڊريس: ____________________

جواب 1: ____________________

جواب 2: ____________________

جواب 3: ____________________

جواب 4: ____________________

جواب 5: ____________________

# "طاهري ترانه"

**شاعر: خليفه حاجي احمد حسن لاشاري غفاري**
**بخشي طاهري علي الرحمة**

تلهہ: دن جیڑی ھوساں جو جگ دے اندر، تیڈی چھوڑ ویساں دربار نہ مئیں

منظور چا کر اِنھن مُٹھڑی کوں، تیڈی رحمت دے وچ ھاں بار نہ مئیں

1: بد عملی ھاں، بیزار نہ تھی، پریں در توں پرے کر، ڈار نہ تھی

لجپال توں ھئیں ننگپال ننگی، ناامید تھیساں ناکار نہ مئیں

۲: تیڈے دردی گداگر گولی ھاں، سھتا سام جھلی کھڑی جھولی ھاں

نِتّ نفس نِدوری مئیں رولی ھاں، پورا کر سو سگھیس اقرار نہ مئیں

۲: تیڈے درتے مئیں دِیداں لا کھڑی، کافی کاٹ کشالا آ کھڑی

تیکوں پاند ڳچي ڳل پا کھڑی، توں ھئیں با وفا وفادار نہ مئیں

۴: اج جھاتی پا ڈے مرض ھتا، لا علاج تھی آیُس کون گھتا

توں نُسخا پِلا کو مار مٹھا، ول تھیساں کٹھَن بیمار نہ مئیں

۵: تیڈے در توں لکھیں لنگھ پارُ وجن، سَوَا سِینّھَ دے تر تار وجن

"احمد حسن" سے منزل مار وجن، ایجھا کِتھیں ڈِٹم اسرار نہ مئیں



★★★ **خوشخبري** ★★★

## الاصلاح پبليڪيشن دادو پاران

## تاريخ ۾ پهريون ڀيرو سنڌي زبان ۾

# حضرت امام رباني مجدد و منور الف ثاني

# شيخ احمد فاروقي سرهندي قدس سره

جن جي مڪتوبات شريف جو سنڌي ٻولي ۾ ترجمو ۽ شرح

## ”تعليمات امام رباني“

حصو پهريون شايع ٿي رهيو آهي.

**مترجم ۽ شارح:**

**حضرت علامہ حبيب الرحمان گبول طاهري نقشبندي** مدظله

تمام مسلمانن بالخصوص اهل تصوف حضرات کي مشورو ڏجي ٿو ته
مذڪور ناياب ڪتاب مان فائدو حاصل
ڪرڻ لاءِ پنهنجي ڪاپي بُڪ ڪرائيندا.

**رابطي لاءِ**

**وفا شر طاهري** 0300-3159721